# ٻہ فڪري ڪتاب

# غدري سورما

-رنڌير سنگھ

# انقلابن جي تاريخ

-ايم. اين. راءِ

سنڌيڪار: امان الله شيخ



PEACOCK
PRINTRES&
PUBLISHERS

ٻه فڪري ڪتاب

# غدري سُورما

- رنڌير سنگهه

# انقلابن جي تاريخ

- ايم اين راءِ

سنڌيڪار

امان الله شيخ

پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز
ڪراچي سنڌ

ڪتاب جو نالو: ٻہ فڪري ڪتاب (انقلابن جي تاريخ ۽ غدري سورما)
سنڌيڪار: امان الله شيخ
ڇاپو پهريون: آڪٽوبر 2013ع
تعداد: 1000 ڪاپيون
قيمت: 200 روپيہ
ٽائيٽل: ظفر آفتاب ابڙو
ڇپيندڙ: پيڪاڪ پرنٽرز ڪراچي. 0300-2152634
ناشر: پيڪاڪ پرنٽرز اينڊ پبلشرز ڪراچي

ISBN NO. 978-969-9543-19-7

Book: BA FIKRI KITAB
(TWO THOUGHT BOOKS)
Translator: AMAAN ULLAH SHAIKH
Edition First: October 2013
Title: Zafar Aftab Abro
Price: Rs. 200
Printed by: Peacock Printers Karachi. 021-35680607
Published by: Peacock Printers & Publishers, Karachi

ڪتاب ملڻ جو هنڌ

ڪاٺياواڙ ٻڪ اسٽور اُردو بازار ڪراچي، ٿامس اينڊ ٿامس ريگل صدر ڪراچي، رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو، رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين، ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ، ڪنول ڪتاب گهر مورو، ديدار ٻُڪ ڊيپو ٽنڊوالهيار، رفعت ٻُڪ هائوس ماتلي، مڪتبہ يوسفيہ ميرپورخاص، جنيد بوڪ اسٽور دادو، عزيز ڪتاب گهر سکر، سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ تلڪ چاڙهي حيدرآباد.
پيڪاڪ بوڪ هائوس 404 رفيق سينٽر، صدر ڪراچي

# سنڌو

# انقلابن جي تاريخ

# ڇپائيندڙ پاران

هڪ اديب جي گهر جنم وٺڻ ۽ سندس تربيت هيٺ رهڻ سان محسوس ڪيو اٿم تہ ليکڪ پنهنجي تحقيقي ڪم مان مطمئن گهٽ ٿين ٿا ۽ بار بار ان ۾ بهتري جي لاءِ تبديليون ڪندا رهن ٿا. سندن تبديلي واري ان عمل جو احساس ڪندي، وس آهر اسان ساڻن سهڪار ڪندا رهندا آهيون.

ليکڪ ۽ پرنٽر جي بهتر سهڪار سان هڪ سٺو ڪتاب وجود ۾ اچي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هڪ ليکڪ جي سوچن جي سهيڙڻ لاءِ جيڪو وقت ڪمپوزنگ، پروف ريڊنگ، لي آئوٽ ۽ ڊزائنگ جي مرحلي ۾ لڳي ٿو. ان کي سهڻي ۽ احسن طريقي سان نڀائڻ لاءِ ڇپائي واري مرحلي جو نهايت اهم ڪردار رهي ٿو. انهن سڀني مرحلن کي اسان وقت جي گهرج مطابق نہ صرف خوش اسلوبي سان نڀائي رهيا آهيون. پر اڃا بہ ان کي بهتر بڻائڻ لاءِ مؤثر اپاءَ وٺي رهيا آهيون.

اداري جي هڪ مڪمل ٽيم ڏينهن رات هران ليکڪ جي خدمت ۾ مصروف عمل آهي، جيڪو اسان جي در کهي اچي ٿو. اداري ٿوري عرصي کان پنهنجي پبلشنگ جو ڪم بہ شروع ڪيو آهي. اسان جي ڪوشش آهي تہ پڙهندڙن کي انتهائي معياري ۽ جديد فڪر وارا ڪتاب فراهم ڪيون. خوشي جي ڳالهہ آهي تہ اسان جو پهريون ڪتاب "ون يونٽ ۽ سنڌ" جيڪو مانواري محقق پروفيسر اعجاز احمد قريشي صاحب لکيو آهي، اهو فقط بہ مهينن ۾ ٻئي ايڊيشن جي مرحلي ۾ اچي ويو آهي. سڀني دوستن جا لک لک ٿورا، جن اسان جي ڪوششن کي مانُ بخشيو.

ادب جي ترقي ۾ ترجمي جي اهميت کي نظر انداز نٿو ڪري

سگهجي، چاڪاڻ تہ ان عمل سان هڪ ٻولي جي علمي ۽ ثقافتي ورثي کي ٻي ٻوليءَ جي علمي سرمائي ڏانهن منتقل ڪجي ٿو. ترجمي نگار جي اها خوبي ليکبي تہ ترجمو ڪيل ڪتابَ جي ٻولي، ادب، ثقافت جي خزاني کي نہ فقط پنهنجي ٻولي، اُدب ۽ ثقافت ۾ نمايان ڪري پر ٻنهي ٻولين ۾ ويجهڙائي پڻ پيدا ڪري.

اسان جو مهربان سائين امان الله شيخ صاحب جيڪو پنهنجي علم ۽ قلم ۾ سنڌ اندر وڏو مانُ ۽ مرتبو رکي ٿو، تنهن نهايت خوش اسلوبي سان ترجمي جو حق ادا ڪيو آهي. سندس ڪتاب نالي ”ٻہ فڪري ڪتابَ“ : ’غدري سورما‘ -رنڌير سنگهہ ۽ ’انقلابن جي تاريخ‘ - ايم. اين. راءِ ۾ سندس ڪمال جي ترجمہ نگاري نظر اچي ٿي، جنهن کي سائين جن تمام سٺي نموني سوليَ سنڌي جو روپ وٺرايو آهي، جيڪو اميد تہ پڙهندڙن کي تمام گهڻو پسند ايندو. ۽ اميد ٿي ڪجي تہ پڙهندڙن جو سهڪار اڳ کان اڳيرو رهندو تہ جيئن اسان جو ادارو ان جستجو کي جاري رکندي، سٺي کان سٺا ڪتاب پڙهندڙن تائين پهچائي سگهي.

قمر آفتاب ابڙو
مئنيجر
پيڪاڪ پرنٽرز ۽ پبلشرز

# مهاڳ

مان مئٽرڪ پاس ڪري ڪاليج ۾ داخل ٿيس ته پاڪستان جي پهرئين فوجي ڊڪٽيٽر جنرل ايوب خان جي خلاف عوام جي احتجاجي تحريڪ عروج تي هئي. سنڌ ۾ به اُها تحريڪ جاري هئي پر ان تي قومپرستيءَ جو رنگ وڌيڪ چڙهيل هئو. سنڌ جي تحريڪ جو سڀ کان وڏو ۽ مقبول مطالبو ته اِهو هئو ته ”ون يونٽ ٽوڙيو“ ان کان علاوه سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري زبان بنائڻ ۽ ٻئراجن جون زمينون ڇوڙرين، فوجين ۽ ڪامورن کان کسي سنڌي هارين ۾ ورهائڻ مکيه مطالبا هئا جڏهن ته ڪوٽا سسٽم، زرعي يونيورسٽي قائم ڪرڻ ۽ سنڌ ريجمنٽ جهڙا مطالبا پڻ اٿندا رهندا هئا.

ايوب خان جي خلاف تحريڪ جا مکيه محرڪ مزدور ۽ شاگرد هئا، خاص ڪري اڳوڻي مغربي پاڪستان ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻو جتي مون داخلا ورتي هئي اتان جا شاگرد به جمهوريت ۽ قومي حقن جي تحريڪ ۾ ڪنهن کان پوئتي نه هئا. ٿوري گهٽي ڏينهن ڪاليج کان جلوس نڪرندا هئا جيڪي شهر تائين گشت ڪندا هئا. انهن جلوسن جي جيڪي نوجوان اڳواڻي ڪندا هئا ۽ نعرا لڳرائيندا هئا انهن ۾ امان الله شيخ به هوندو هئو. انهن جلوسن دوران منهنجي سائنس واقفيت ٿي جيڪا پوءِ ويجهڙائپ ۾ ۽ اڳتي هلي دوستيءَ ۾ تبديل ٿي. ان تحريڪ جي نتيجي ۾ ون يونٽ ٽٽو ته ان ڏينهن تي يعني پهرين جولاءِ 1970ع تي لاڙڪاڻي جي جناح باغ ۾ هڪ وڏو جلسو منعقد ڪيو ويو. ان جلسي کي منظم ڪرڻ ۾ به امان الله شيخ جو وڏو هٿ هئو. ان ئي جلسي ۾ مون پهريون دفعو چاچي حفيظ قريشيءَ جي پرجوش ۽ پرمغز تقرير ٻڌي. هاڻي گذريل ڏهن

سالن کان اسان جيئي سنڌ محاذ جي پليٽ فارم تان ون يونٽ ٽٽڻ واري ڏينهن تي جلسو ڪندا آهيون ۽ ان ۾ اڪثر ڪري امان الله تقرير ڪندڙن ۾ شامل هوندو آهي.

ڪاليج کان نڪري يونيورسٽيءَ ۾ آياسين ته امان الله سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ايم ايس سي ۾ داخلا ورتي ۽ مون سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ۾. ان وقت سنڌ يونيورسٽي نصابي تعليم سان گڏ سياسي تعليم ۽ جدوجهد جو به مرڪز هئي. يونيورسٽيءَ تائين پهچندي مون به سياست ۾ متحرڪ رول ادا ڪرڻ شروع ڪيو. اهڙي طرح ڄامشوري جي سخت زمين، تيز هوائن ۽ گرم سياسي ماحول ۾ امان الله ۽ منهنجو سياسي تعلق وڌيڪ ويجهڙائيءَ وارو ٿيندو ويو. 18 جون 1972ع تي جڏهن سائين جي ايم سيد نئين صورتحال ۾ (بنگلاديش جي قيام کانپوءِ) مستقبل جولائحه عمل ناهڻ لاءِ حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ پنهنجي سائين ۽ همدردن جو اجلاس گهرايو ته ان ۾ شرڪت لاءِ امان الله شيخ ۽ مان گڏجي ڄامشوري کان وياسين ۽ واپس آياسين. ان ئي اجلاس ۾ جيئي سنڌ محاذ جو بنياد وڌو ويو.

يونيورسٽي کان پوءِ سياسي وابستگيون ڌار ڌار ٿيڻ ڪري اسانجو رابطو گهٽ ٿي ويو پر شعوري ويجهڙائپ رهندي. شاگرديءَ واري زماني دوران جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا جيڪي ڪجهه ساٿي مطالعي جو شوق رکندا هئا انهن ۾ امان الله شيخ به هئو. ڪجهه عرصي کانپوءِ سندس اهو شوق لکڻين جي صورت ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو. پهريں مضمونن جي شڪل ۾ ۽ پوءِ ڪتابن جي صورت ۾ سندس لکڻيون سامهون اينديون رهيون. مونکي به جيئن ته پڙهڻ لکڻ سان ٿوري گهڻي دلچسپي آهي تنهن ڪري اهو وري اسانجي وچ ۾ رابطي جو نئون سبب پيدا ٿيو. سياسي صورتحال به تبديل ٿيندي ٿي رهي. اهڙيءَ طرح گذريل ڪافي سالن کان اسانجي وچ ۾ سياسي سوچ ۽ علمي اُڃ جي حوالي سان رابطو رهندو ايندو آهي. جيئي سنڌ محاذ جي سياسي پروگرامن ۾ جڏهن به ڪيس سڏ ڪندا آهيون ته هو موجود هوندو آهي ۽ جڏهن به سندس ڪو ڪتاب بازار ۾ ايندو آهي ته هو ان

جي ٿورائتي ڪاپي مون کي ڏيندو آهي. سندس 3-4 ڪتاب مون وٽ موجود آهن ان کان علاوه وقت به وقت مختلف اخبارن ۽ مخزنن ۾ مضمون يا ڪتابن تي تبصرا پڻ پڙهڻ لاءِ ملندا ٿا رهن.

امان الله شيخ مضمون ۽ ڪتاب پنهنجا به لکندو رهندو آهي ته ناليوارن ليکڪن ۽ دانشورن جا ترجما به ڪندو رهندو آهي. هيءُ به فڪري ڪتاب "انقلابن جي تواريخ" ۽ "غدري سورما" به ترجمو ٿيل آهن. پهريون ننڍي ڪنڊ جي وڏي ڏاهي ايم اين راءِ جو لکيل آهي جنهن ۾ انقلاب يعني سماجي تبديليءَ بابت چاڻ ڏنل آهي. انقلاب لاءِ گهربل سماجي حالتون، انقلاب آڻڻ ۾ مختلف قوتن ۽ شخصيتن جو ڪردار، انقلاب جا نتيجا ۽ اثر ۽ ان کان پوءِ جون حالتون.... انهن سيني معاملن بابت ايم اين راءِ پنهنجي مطالعي، مشاهدي ۽ تجزيي جي روشنيءَ ۾ معلومات مهيا ڪئي آهي. ايم اين راءِ سوشلسٽ فڪر جو ماڻهو هئو. هو هندستان جي قومي آزاديءَ جو ته ڀرپور حامي هو پر ان سان گڏ هو ان ۾ غريب ماڻهن جي حيثيت ۽ رول کي به اهم سمجهندڙ هئو. ٻين لفظن ۾ ته هو قومي سوال کي طبقاتي سوال سان جوڙي هلائڻ جو حامي هئو. سوشلسٽ سوچ ۽ فڪر جي حوالي سان ايم اين راءِ عالمي سطح جي شخصيت هئو. ايتري تائين جو هن چين ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ کي منظم ڪرڻ ۾ عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جي مدد ڪئي. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته ايم اين راءِ جيڪڏهن هندستان بجاءِ يورپ ۾ پيدا ٿئي ها ته شايد سندس نالو لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي صف ۾ شمار ٿئي ها.

اهو خيال ڪيترو صحيح آهي يا نه ان کي ڇڏي اهو ته هر باشعور ۽ هڏ ڏوکي ماڻهو مڃيندو ته اها قومي آزاديءَ سان طبقاتي انقلاب کي ڳنڍڻ واري ايم اين راءِ جي سوچ صحيح هئي. ان جو اڪين ڏٺو ثبوت اڄ جو هندستان آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته "ڏکن جا شاهد ڦٽ هوندا آهن". آزاديءَ جا 65 سال گذرڻ جي باوجود هندستان ۾ امير ۽ غريب جو فرق گهٽ نه ٿيو آهي بلڪ حقيقت اها آهي ته سائنس ۽ صنعتي ترقيءَ سان اهو فرق اڃا وڌندو پيو وڃي. هڪ طرف

”چڪندڙ ڀارت“ آهي تہ ٻئي پاسي اونداهي ماڻهوءَ مان گذري موت جي کوه ۾ ڪرندڙ هندستان آهي. هڪ طرف ائٽم بم ٺاهڻ عظيم هجڻ جا اعلان ڪيا ٿا وڃن تہ ٻئي پاسي مذهبي متڀيد ۽ ذات پات جي ذلت وارو هندستان ڪر کنيو بيٺو آهي. جتي دنيا جي تيزيءَ سان وڌندڙ معاشيات آهي تہ ان سان گڏوگڏ دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ تيزيءَ سان غربت وڌي رهي آهي. غربت جي ڪري خودڪشيون دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ ڀارت ۾ ٿين ٿيون، بک وگهي ٻارن جي موت جي شرح ۾ ڀارت دنيا ۾ نمبر هڪ تي آهي. هڪ طرف امباڻين جهڙا دنيا جا امير ترين ماڻهو آهن جن جو ذاتي گهر ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي جنهن کي پنج سئو ملازم سنڀالين ٿا تہ ان جي پاسي ۾ ئي ممبئي جي فٽ پاٿن تي ڪيڙن کان آجا ۽ بُک کان بي حال انسان سڏڪي سڏڪي ساهہ ڏيئي رهيا آهن.

البتہ ايم اين راءِ جي ايترين ۽ ايڏين خوبين ۽ صلاحيتن جي سامهون هڪڙو وڏو سوال ڪاريهر جيان ڪَر کنيو بيٺو آهي تہ هو هندستان ۾ هڪڙي وسيع ۽ مضبوط عوام دوست تنظيم ٺاهي يا تحريڪ اڀاري ڇو نہ سگهيو؟

سنڌ جي موجوده صورتحال ۾ انقلاب بابت هن ڪتاب جي گهڻي اهميت ۽ ضرورت آهي. هن وقت سنڌي قوم جي آڏو اصلي ۽ بنيادي سوال اهو آهي تہ اسانکي انقلاب يعني بنيادي تبديليءَ جي ضرورت آهي يا اصلاح جي؟ اصلاح سان معاملا اُتي سڌرندا اهن جتي بنيادي ڍانچو درست هجي. هتي تہ صورتحال اِها آهي تہ هڪ طرف پاڪستان جو رياستي ڍانچو سنڌ دشمن بنيادن تي بيٺل آهي تہ ٻئي پاسي سنڌ جي سماجي جوڙجڪ جاگيرداري، قبائليت ۽ نسل پرستيءَ جي انسان دشمن ۽ ترقي مخالف ٿنڀن تي قائم آهي. ان ڪري سنڌ جي قومي بقا، نجات ۽ ترقي رڳو بنيادي تبديلي يعني انقلاب ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهي ٿي ۽ ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ تبديليءَ بابت علم جي اسان لاءِ ڪيتري اهميت آهي.

هن ڳتڪي ۾ شامل ٻئي ڪتاب ”غدري سورما“ جي بہ

اڄوڪي سنڌ جي حالتن ۾ پنهنجي جاءِ تي اهميت آهي ۽ ان ۾ قومي تحريڪ جي همدردن لاءِ ڪجهه سبق آهن. هڪ اهو ته جڏهن غلام هندستان.جا محبِ وطن ماڻهو دنيا جي آزاد ملڪن خاص ڪري آمريڪا ۽ ڪئناڊا ۾ وڃن ٿا ته اُهي پنهنجي زندگي انهن آزاد ملڪن جي شهرين جي نقل ۾ ڪونه ٿا گذارين پر پاڻ کي غلام ملڪ جو شهري ئي تصور ڪن ٿا جنهن کي اها آزادي آهي ته هو پنهنجي غلام وطن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ آزاد ملڪن جي معاشري مان مدد وٺي سگهن. ٻيو غور لائق نقطو سنڌ جي قومي ڪارڪنن لاءِ اهو آهي ته وطن جي آزاديءَ لاءِ سِر ترِيءَ تي رکندڙ انهن غدري سورمن پهرين هٿياربند ويڙهه جي ذريعي هندستان کي آزاد ڪرائڻ لاءِ جدوجهد جي شروعات ڪئي پر پوءِ اڳتي هلي بدليل حالتن ۽ حقيقتن جو ادراڪ ڪندي ويڙهه جو عدم تشدد وارو طريقو اختيار ڪيائون. ان مان پيغام اهو ٿو ملي ته مقدس رڳو مقصد هوندو آهي، جدوجهد جا رستا، طريقا ۽ حڪمت عمليون، اهي سڀ تبديل ٿيڻ جوڳا هوندا آهن ۽ قومي ڪارڪنن کي انهن تبديلين جي لاءِ سدائين تيار ۽ تبديل ٿيل رستن ۽ طريقن ذريعي منزل مقصود تائين پهچڻ جو اهل هجڻ کپي.

اميد ته منهنجو پراڻو دوست امان الله شيخ اڳتي به سٺا ۽ ڪارائتا ڪتاب سنڌ جي سياسي ۽ فڪري ميدان ۾ آڻيندو رهندو. ان سان گڏوگڏ مان اها به اميد ڪريان ٿو ته امان الله اسانجي دوستيءَ واري تعلق جو سبب ۽ ذريعو بڻجندڙ عمل کان پاڻ کي پري نه رکندو. منهنجو مطلب آهي ته هن فيصلي جي گهڙيءَ ۾ سنڌ جي نجات لاءِ ٿيندڙ سياسي جدوجهد ۾ به پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪندو.

**عبدالخالق جوڻيجو**

ڪراچي

23 سيپٽمبر 2012ع

(سنڌيڪار پاران)

# اهڙو ڏينهن به ايندو. . . .

## (پهرين ڇاپي جو مهاڳ)

آدجڳاد کان دستور آهي ته هر هڪ ساهواري کي سندس چوڦير سماجي ۽ معاشي حالتون ئي سوچ ويچار لاءِ مجبور ڪنديون آهن. مون به جڏهن هي ڪتابڇو پڙهيو ۽ تورو تانيڪو ئي پنهنجي اوسي پاسي ڏسڻ وائسڻ لڳس ته لڳم ته اڄ به ساڳيا لاٽون ۽ ساڳيا چڱهه آهن. اڄ به ساڳي لڏپلاڻ ۽ ڏارين ملڪن ۾ ڌڪا ۽ ٿاٻا کائڻ اسان جي پوڙهن، جوانن ۽ ٻارڙن جي ڀاڳ ۾، هن ڌرتيءَ تي وسندڙ ڏاڍن ۽ جابرن زوريءَ ويهي لکيا آهن. هينئر به اسان جو ديس واسي سعودي، دبئي ۽ ڪويت جي چڪرن ۾ جڪڙيل آهي. ڪجهه وقت اڳ ته انهيءَ دردناڪ لڏپلاڻ جو هڪ دردناڪ واقعو اکين سان ڏٺو هيم. ٿيو هيئن جو ٻچ وٽ اگ مان شهدادڪوٽ ڪنهن ڪم سانگي ويو هئس ۽ اتي هڪ همراهه ٻڌايو ته رات شهر ۾ هڪ ننڍي نينگريءَ جو وڪرو ٿيڻو آهي. مون کي پهريائين ته ويساهه ئي ڪو نه پئي آيو ته اڄ جي هن ترقي ڪندڙ دور ۾ اهڙا ڦهري ڪلور به ٿي سگهن ٿا؟ پر پوءِ مون اهو سچو لقاءُ وڃي اکين سان ڏٺو ۽ پسيو ۽ چڙهندو ٻولي وچ اوپر منجهان آيل هڪ همراهه جي هٿي جيڪو هئو ته سنڌ جو پر روزگار خاطر پرڏيهه ويل هو. بهرحال راتوواهه اها ڇوڪري نيلام ٿي، نڪاح پيو ۽ ڪنوار ٻڄي چنبڙايل ور سان ڏيهان ڏور رواني ٿي وئي ۽ اوڏانهن ڇا پيو وهي واپري سو ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي. مون جنهن ويل اهو تماشو پئي ڏٺو ته جمال ابڙي جي "پيراٽي" اکين آڏو

تري آئي پر هينئر مون اڳيان فرق رڳو اِهو هو تہ جمال جي پيراڻي ان سمي ابهم ۽ ٻار هئي ۽ منهنجي آڏو جوان جماڻ پيراڻي هئي.

مان ڪيترا ڏهاڙا مونجهہ، نراسائي ۽ اپاڻڪائيءَ جي گهيرن ۾ هئس ۽ پوءِ جڏهن هوريان هوريان سڏير ٿيس تہ سمجهہ ۾ آيو تہ فطرت سيني انسانن کي هڪ جهڙي مان ۽ مرتبي سان پيدا ڪيو آهي، پر جنهن سمي انساني معاشري ۾ "مان" ۽ "تون" جو ويڇو پيدا ٿيو تہ انسانن جي هڪڙي گروهہ جي اندر ۾ حرص ۽ هوس جا پيڙ پڙڪي اٿيا. سندن من ۾ ٻين آدمين مٿان راڄ ڪرڻ جو سوداءُ اچي سمايو، سو انهن ويهي ويچار ڪيو تہ هي جو انسانن پاڻ کان وڏيڪ هيبتناڪ ۽ طاقتور جانورن کي فرمانبردار بڻايو آهي، ان جو مکيہ ڪارڻ جانورن ۾ سوچ ۽ سمجهہ جي گهٽتائي آهي ـ انهيءَ ڪري انسانن جي گهٽائيءَ کي زبردست بنائڻ جو سنئون سنواٽو طريقو هڪ ئي آهي تہ سندن سوچ ۽ سمجهہ جي صلاحيتن کي اُسرڻ کان اڳ ئي پاڙون پٽي ڦٽو ڪجي. ظاهر آهي تہ انساني سوچ ۽ سمجهہ جو ڦتلام تمام خبرداريءَ سان ڪرڻو آهي تہ پوءِ سندس معاشي ۽ اقتصادي وسيلن کي يا تہ نيست نابود ڪري ڇڏجي يا وري ماڳهين پنهنجي هٿ وسيڪو بڻائجي. مان هِتِ پنڊت جواهر لال نهروءَ جي ڪتاب The Discovery of India جو حوالو ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان تہ جيئن ڳالهہ اجا بہ پيرائتي نموني سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي تہ ڪيئن معاشي ۽ اقتصادي تباهيءَ جي ڪري هاجا ٿين ٿا:

"هندوستان ۾ انگريزن جي پير پائڻ سان پهريائين تہ صنعتي تباهي آئي ۽ پوءِ وري زرعي تباهيءَ اچي منهن ڪڍيو. زمين تي زرعي قرضن جو بار وڌندو ويو. انت تہ زمين جو ڳپل حصو وياج خورن جي هٿن ۾ هليو ويو. نتيجو اِهو نڪتو تہ هاري بي روزگار ٿيڻ لڳا. هندوستان صنعتي سرمائيدار سرڪار (انگريزن) جو ماتحت تہ هو پر سندس سماجي ۽ معاشي سرشتو سرمائيداريءَ کان آڳاٽي دور جو هو. جنهنڪري ناٽي اپائڻ جي وسيلن ۾ گهٽتائي ايندي وئي ۽ نيٺ هندوستاني سماج ماٺ ميٺ ۾ پونجي واد/ سرمائيدار معاشري جو

هتيو ٻڌجي وڃيو. اهڙي ريت سرمائيدار معاشري جي بدعتن ۽ خرابين تہ هندوستاني معاشري ۾ اچي واسو ڪيو پر ان معاشري جي خوبين کي هندوستان ماڻي نہ سگهيو."

هتي هڪ سوال اڀري ٿو تہ پوءِ ان جي واد معاشري جي خوبين کي هندوستان ڇو نہ ماڻي سگهيو؟ منهنجي راءِ ۾ تہ ان سمي جو هندوستاني معاشرو هڪ تہ نئين آيل سماجي سرشتي آڏو سينو ساهي نہ سگهيو ۽ ٻيو تہ پنهنجي تواريخي (مراد حاڪميت آ) حيثيت تان بہ ڪيس هٿ ڪڍڻو پيو. جنهن ڪري سڄو سناءُ ڍهي اچي پٽ پيو.

ڪارل مارڪس "هندوستان ۾ برطانوي راڄ" بابت 1853ع ڌاري لکيل هڪ ليک ۾ اجهو هيئن چنڊڇاڻ ڪري ٿو:"

"گهرو لڙايون، انقلاب، ڪاهون، سوڪهڙيون، ڏڪار ۽ اڪيچار مسئلا ۽ مامرا جن جي ڪري هندوستان ۾ ڪيتري بہ تباهي آئي، اهي هندوستان جي بڻ بنياد کي لوڏي نہ سگهيا، پر انگلستان هندوستان جي معاشي بيهڪ کي پيچي پورا ڪري ڇڏيو آهي ۽ سندس نئين سر ٺهڻ جو امڪان نظر ڪونہ ٿو اچي، پنهنجي پراڻي دور جي خاتمي ڪانپوءِ هندوستانين لاءِ ڪا بہ نواڻ پيدا ٿي نہ سگهي آهي، ڇو تہ انگلستان جي هٿ هيٺ هندوستان پنهنجي روايتن ۽ سڄي تواريخي حيثيت کان ڇڄي ڌار ٿيو آهي."

هيئنئر بہ، ننڍي ڪنڊ ۾ ورهاڱي کانپوءِ بہ صورتحال ۾ ڪو خاص سڌارو يا واڌارو ڪونہ آيو آهي. اسان جون گهڻي ڀاڱي انقلابي ڌريون هاڻي بہ ساڳئي پراڻي ۽ فرسوده طور طريقي کي پنهنجي سوچ ويچار ۽ انقلاب جو وسيلو بڻائي هلائي رهيون آهن ۽ هيل تائين سندن طريقيڪار ۾ سائنسي نقطہ نگاهہ کان واڌارو ڪونہ آيو آهي. جهڙي ريت مذهبي گروهہ يا فرقا هڪ ٻئي جي جنڊا پٽ مان واندا ٿي ڪونہ ٿا ٿين، تيئن عوامي ۽ انقلابي سوچ ويچار رکندڙ گروهہ بہ ساڳئي موذي مرض ۾ ورتا پيا آهن. انهي سڄي منجهيل سٽ کي ڇڏائڻ ۽ سمجهڻ لاءِ اچو تہ پنهنجي چوڌاري وايومنڊل تي بہ نظر ڦيرائي ڏسون تہ ڇا ٿو وهي واپري پيو.

دنيا جي گولي تي سياسي ۽ معاشي داداگيرن ۽ ڦورن کي جيئن ڦريل ۽ ستايل همراهہ سوڙهو ڪندا وڃن ٿا تيئن ڦورو بہ نت نوان خيلا ۽ بهانا پنهنجي بچاءَ لاءِ ايجاد ڪندا وڃن ٿا. هونئن هن مهل تائين ڦورو طبقو ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين پنهنجي ٽولي سان وفادار رهندو آيو هو پر هاڻي تہ هو مورڳو ئي پنهنجي ڪوڙي ۽ هٺرادو ساک کي بچائڻ لاءِ وطن جو وڪرو ڪندي ويرم ڪونہ ڪري ٿو.

حيف تنين کي هوءِ وطن جن وساريو
(شاهہ لطيف)

تواريخ ويهين صديءَ کي جدوجهد، اٿل پٿل ۽ ڏاڍن ۽ جابرن جي پتڪا ڊاهہ جو نالو ڏيئي چڙيو آهي ۽ اسان جي اڳيان ويهين صدي جو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو روس ۾ پورهيت انقلاب جو اچڻ آهي . هتي اهو ورجائڻ ضروري سمجهان ٿو تہ انقلاب جو ڇيهہ ڪاٽي ڪونہ ٿيندو آهي پر هر ايندڙ انقلاب ماضيءَ جي انقلابن جون برڪتون ۽ چڱايون بہ پاڻ سان کنيون ايندو آهي. ان ڪري جيڪڏهن هتي ٿورو ڳوڙهي نموني ويچار ڪبو تہ ويهين صديءَ ۾ آيل ان عظيم انقلاب ۾ ماضي جي انقلابن جهڙوڪ: انگلستان جي صنعتي انقلاب، فرانس جي سياسي انقلاب ۽ آمريڪا جي آزاديءَ واري انقلاب جو عڪس چٽي ريت پسجي پيو ۽ جيستائين هي سنسار قائم ۽ دائم آهي تيستائين اڳتي وڌڻ ۽ هڪ نئين انقلاب ۽ ردوبدل لاءِ هينئر کان راهون هموار ٿين پيون.

هن ڪتابچي (غدري سورما) ۾ ايڪتا، ڀائپي، رواداري، سهپ ۽ انسان ذات جي خوشحاليءَ لاءِ اربي چڙڻ جا املهہ مثال موجود آهن جيڪي اڄ جي هن دور ۾ هوريان هوريان ڄڻ تہ اٿلي ٿيندا پيا وڃن ۽ ان جي جاءِ تي انقلاب جي نالي ۾ وٺ وٺان، سس پس ۽ ڇڙواڳيءَ اچي واسو ڪيو آهي. ان لاءِ چڱو ائين ٿيندو تہ اسين هن ڌرتيءَ جا رهواسي، ڪاوڙ ڪروڌ، شخصي چڱ مڙسائپ ۽ بهتان بازيءَ جي ڪوڙڪي ۾ ڦاسڻ کان پاڻ بچايون ۽ هڪ ٻئي لاءِ سهپ ۽ رواداريءَ

ڪي سونهون بنائي، سنڌ ۾ سڄي انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيون، پر جيڪڏهن اسان سڀني انهي ذميواريءَ کان لنوائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ تواريخ جو عمل اسان کي اهڙي اوڙاهہ ۾ اڇلائيندو جتان سنئين لڱين نڪرڻ ڪجهہ وقت لاءِ محال ٿي پوندو. هونئن ڪيترا ڀـ حيلا ۾ حجتون ڪجن پر اهو ڏينهن ساڻي اوس اچڻو آ جنهن جو اسان کي اوسيئڙو آهي:

پنهنجي رت ۾ ريٽو جهنڊو اُڀ تائين جهولينـدو
اهڙو ڏينهن بہ ايندو ساڻي، اهڙو ڏينهن بـ ايـنـدو.
(شيخ اياز)

امان الله شيخ
لاڙڪاڻو- سنڌ
4 مارچ 1984ع

# مهاڳ

هن ننڍڙي ڪتابچي ۾، اپکنڊ جي غدر پارٽيءَ جي انهن سورمن (1914-1915ع) جو داستان پڙهنداسين جيڪي اسان جي قومي تواريخ جو حصو آهن. هيءَ انهن سورمن جي حياتي جو وچور آهي جن جي منهن تي موت جي دهشت جا گُهنج پئجي نه سگهيا. هيءَ تيهن سالن جي قرباني ۽ جدوجهد جو هڪ اڻ وسرندڙ باب آهي.

مان سمجهان ٿو ته اڄ جي سياسي ڪارڪن کي تواريخ ۾ هن ڪيل جدوجهد جي يادگيريءَ نه هئڻ برابر هوندي. ڪيترن کي ته غدر پارٽي، ڪوما گاٽا مارو (Komo Gata Maru) جي واقعن جي ايتري سڌ ڪانه هوندي ۽ ڪن کي وري ايتري ڄاڻ هوندي ته 14-1915ع ۾ ڪي ماڻهو ڦاهي چاڙهيا ويا هئا ۽ ٿورا گهڻا قتل ڪيا ويا هوندا.

اسين پهريون ڀيرو انهيءَ تواريخي باب کي هڪ ننڍڙي ڪتابچي جي صورت ۾، غدر پارٽي جي پيڙهه پٿر وجهندڙ بابا سوهن سنگهه ڀڪنا جي ٻڌايل واقعن جي بنياد تي سنواري پيش ڪري رهيا آهيون. هيءَ انهن سادن سودن ابوجهه هارين ۽ پورهيتن جي جدوجهد جي ڪهاڻي آهي، جيڪي انقلاب جي لهر ۾ ايترو ته اڳتي وهي ويا جو اهڙي سمي هٿياربند انقلاب لاءِ ڪم ڪيائون جڏهن اسان جا ڀيا قومي اڳواڻ ”هوم رول“ کان اڳتي سوچ ويچار ڪري نه پئي سگهيا. اسان کي هن جاکوڙ پڙهندي سڌ پوندي ته اهي ڪير هئا جن زباني لباڙ تي زور رکيو ۽ اهي مانجهي مڙس مٿير ڪير هئا جن پنهنجي آدرش خاطر ڪات هيٺان اچڻ قبول ڪيو*

---

* ڪتاري ۽ ڪات، مــن مـرادون پــنـيــون
رت پـريـا وات، مـانـجـهـيـن هـڏ مـچـائـيـا.

(خليفو نبي بخش) ◀◀

غدر هلچل ڪا ٻاراٽي نڪا ٺوڪيءَ واري راند ڪانه هئي. انهي هلچل جو بُنياد هندوستان ۾ نه پر آمريڪا ۾ رکيو ويو هو. انهيءَ تحريڪ جو پيڙهه پٿر رکندڙ وچولي درجي (مڊل ڪلاس) جا نوجوان نه، پر اهي هاري ناري ۽ پورهيت هئا، جن پرڏيهه ۾ وڃي پنهنجي رت ۽ ست جي ولوڙ منجهان پئسو ڪمايو. انهن پورهيتن ۾ وڏو حصو پنجابي سکن جو هو. جڏهن انهن پورهيتن پرڏيهه وڃي سک، آزادي ۽ شانتي واري ماحول کي ڏٺو، پرکيو ۽ پنهنجي غلام هئڻ جو احساس شدت سان محسوس ڪيو ته انهي شعور ۽ احساس هيٺ غدر پارٽي جنم ورتو. انقلابين جي پارٽيءَ جا ڪارڪن ۽ همدرد پارٽي ٺهڻ سان پنهنجي ڪم ۾ جنبي ويا ته جيئن هڪ ڏينهن هٿيارن سان ليس ٿي پنهنجي وطن ڏانهن واپس ورن ۽ هٿياربند جدوجهد سان برطانوي سامراج جي ڳٽ منجهان پاڻ ڇڏائين. انهي عظيم ڪارج کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڏوڪڙ گڏ ٿيڻ شروع ٿي ويا ۽ ڪيترن ته پنهنجو الهو تلهو ويڙهي تحريڪ جي حوالي ڪيو. انهن پئسن مان هٿيار پنهوار خريد ڪيا ويا ۽ ساٿين جي سکيا جو جوڳو بندوبست ڪيو ويو ۽ تيستائين ڪارڪنن جو انگ پڻ ٻارهن هزارن تائين وڃي پهتو هو.

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ لڳڻ کان پوءِ پارٽي جي هاءِ ڪمانڊ پنهنجي رٿا کي عملي شڪل ونرائڻ لاءِ صورتحال کي سازگار ڏٺو. اهڙي ريت سٿاء مطابق پارٽي جي هاءِ ڪمانڊ جي حڪم تي ننڍين ننڍين جٿن جي صورت ۾ ماڻهن هندوستان موٽڻ شروع ڪيو. انن هزارن جي لڳ ڀڳ ماڻهو پهچي چڪا هئا ۽ پهچڻ ۾ ڪين به ورهيه ڪن لڳي ويا. ابوجهه ۽ سادا پورهيت پُڄڻ وقت ٿورو ٽڪو سرڪاري خابرن (جاسوسن) جو خيال ڪندا هئا پر ٿوري ساهي پٽڻ کان پوءِ ڪم کي لڳي ويندا هئا پر کين اها خبر ڪانه هئي ته سرڪار کي به سندن تياريءَ جي ٿوري گهڻي ڪڙڪ پئجي وئي هئي، جنهن ڪري

◀◀ اسان کي هن ڪتابچي پڙهڻ مان ڄاڻ ملندي ته اهي ڪهڙا سورهيه سوڍا هئا جن پنهنجي ڄمار جو وڏو حصو انڊيمان جي ٻيٽ ۾ گذاريو ۽ اتي باندي رهندي به پنهنجن حقن لاءِ ڪيئن وڙهيا ۽ اڄ ڇا ڪري رهيا آهن؟

ڪيترن همراهن کي بندرگاهه تي پير رکندي سوگهو ڪيو پئي ويو. ان هوندي بہ پورهيتن جو چڱو چوکو انگ پوليس ۽ سرڪار کي اکين ۾ سرمون پائي نڪري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ان کان پوءِ مڙيئي پورهيت زير زمين (Under Ground) وڃي سونپيل ڪم کي لڳا.

انهن ڏينهن ۾ هندوستاني سياست رڳو انگريز سرڪار کي عريضيون اماڻڻ تائين محدود هئي ۽ ڪانگريس بہ انهي زماني ۾ گڏجاڻيون ڪري ٺهراءَ بحال ڪرڻ واري سرگرميءَ تائين محدود هئي. جيتوڻيڪ ڪانگريس ۾ ڪيترائي محب وطن ماڻهو هئا پر انهن ڪڏهن پنهنجي خواب خيال ۾ بہ انگريز سرڪار خلاف هٿياربند هلچل تہ ڇڏيو پر ڪنهن بہ سڌي قدم کڻڻ لاءِ ويچار بہ ڪونہ ڪيو هو. عام راءِ انهي ويل تائين سياسي ميدان ۾ ڪونہ آئي هئي جنهن ڪري قومي جاڳرتا لاءِ سندن ورتاءَ ٿڏو ۽ ٿڪائيندڙ هو.

جڏهن پارٽيءَ جا مکيہ اڳواڻ هندوستان پهتا تہ چوطرفو حالتون ڏسي ان راءِ تي پهتا تہ ڏيهي ماڻهو جيڪي فوج ۾ ڀرتي ٿيل آهن، انهن جي مدد سان، انگريز سرڪار کي هتان تڙي سگهجي ٿو. پارٽيءَ جي ميمبرن جو چڱو موچارو انگ پورهيتن جو هو ۽ فوج ۾ بہ جججهو انگ سندن ڀائرن، مٽن مائٽن ۽ ساٿين جو هو. ٻئي پاسي وري هندوستاني فوجين کي گهڻو تڻو ملڪ کان ٻاهر اماڻيو پئي ويو جنهن ڪري منجهن ناراضگي ۽ چڙ پيدا ٿي پئي هئي. ڏيهي فوجي، انگريز عملدارن جي حڪم تي سر وڃائڻ جي سخت خلاف هئا ڇو تہ بالا آفيسرن جو ساڻن سلوڪ بہ نفرت ۽ ڌڪار ڀريل هو. جڏهن غدر پارٽيءَ جا ڪارڪن ڏيهي فوجين سان لهہ وچڙ ۾ آيا تہ هو سندن ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا پر اهو سڄو سٿاءُ ڪجهہ ماڻهن جي ڀاڙياٽپ ۽ غداري جي سبب ناڪام ٿيو. هونئن بنيادي طور انهي سٿاءَ جي ناڪام ٿيڻ جو اصلي سبب اهو هو تہ ان سڄي تياري کي عام راءِ جي مڪمل پٺڀرائي ڪونہ هئي، پر فوجين جي وسيلي انقلاب آڻڻ جو سانباهو هو. انقلاب جي ناڪام ٿيڻ جي ڪري سوين سورهيءَ سينگار ٿيا، ڪيترا جيل جي اونداهين ۾ واڙيا ويا ۽ هزارن کي ملڪ کان ٻاهر

گرفتار ڪيو ويو.

جيترن به انقلابين کي ڪاري پاڻي جي سزا ڏني وئي، انهن ۾ سٺ ورهين جي پوڙهن توڙي مُڇن جي ريهه ڦٽندڙ ڳڀرن کي به انگريز سرڪار نه بخشيو. هندوستان جي جيلن ۽ انڊيمان جي ٻيٽ تي، انهن جوڌن جوانن سان ڏاڍ ۽ جبر جي انتها ڪئي وئي. ان ڪان سواءِ مختلف لوڀ لالچون ۽ انعام اڪرام سندن مضبوط عزم کي لوڏي نه سگهيا ۽ پنهنجي حقن جي جدوجهد لاءِ انهن جڻن انڊيمان ۾ پساهه پورا ڪيا.

اهي سورهيه سرواڻ ويهن ورهين جي ڊگهي سزا ڪاٽڻ کان پوءِ آزاد ٿيا. هو جسماني طرح ته ڏيرا ۽ ضعيف ٿي ويا هئا پر سندن حوصلا هماليه جي ڪيلاش پربت وانگر اٽل هئا. ايڏي عذاب ۽ پيڙا کان پوءِ وري به فيصلو ٿيو ته هٿياربند جدوجهد لاءِ ٻيهر تياري ڪجي.

انهي تياريءَ ۾ پنهنجن ساٿين جي ڊگهي تجربي ۽ قرباني منجهان نئين سوچ ۽ نئون لاڙو آندو هو. آخر ڏيهي ۽ پرڏيهي حالتن ۽ سياسي اٿل پٿل کي پرکڻ کان پوءِ فيصلو ڪيو ويو ته پراڻا طور طريقا فرسوده ۽ بيڪار ٿي چڪا آهن ۽ جيستائين سڄي ملڪ جا رهواسي سجاڳ نه ٿيندا تيستائين ڪنهن به تحريڪ جو ڪامياب ٿيڻ ناممڪن آهي. ان ڪري اسان جي اصل فوج هاري ناري ۽ پورهيت آهن جن جي حمايت ۽ پٺڀرائي سان ئي پنهنجي مقصد کي ماڻي سگهجي ٿو.

عام راءِ کي پنهنجي پاسي موڙڻ ۾ نه رڳو انهن ماڻهن جو تجربو ۽ 14-1915ع وارا اصول شامل هئا پر سندن جوش، چاهه ۽ پاڻ ارپڻ وارو جذبو به شامل هو. انهن انقلابين جي قرباني جي ڪري ڪانگريس به ڪجهه نه ڪجهه خيالي ۽ پورالي دنيا منجهان نڪري حقيقتن کي سمجهڻ لڳي. هنن انقلابين نه رڳو پنجاب ۾ ساميه واد تحريڪ (ڪميونسٽ تحريڪ) کي مضبوط ڪيو پر ٻهاري هلچل کي طاقتور بنائڻ ۾ به وڏي هٿي ڏني.

اهي آزاديءَ ڪوڏيا عمر جي لحاظ کان وڏا هئا پر انهن ۾ اتساهه ۽ اڻٿڪا ساٿي 1914ع واري آهي جنهن ۾ هرڪو آزاديءَ جي

محاذ تي وڙهڻ ۾ اڳيرو آهي ۽ هينئر بہ ساڳي ثابت قدمي سان ساٿ ڏئي آهن پر اهي نون تجربن ۽ آدرشن پرائڻ ۾ بہ پوئتي ڪونہ آهن. هاڻي آزادي جي ويڙهہ ۾ هو سيئي سامهہ واد جهنڊي هيٺان گڏ آهن.

غذر پارٽي جا مڙيئي سرواڻ جيڪي اڄ سامهہ واد پارٽي ۾ آهن سي گهڻو تڻو شهيد ڪرتار سنگهہ جا ساٿي آهن، جنهن سوريءَ تي مرڪي ساهہ ڏنو پر رحم جي اپيل ڪرڻ کان نابري واري.* انهن ساٿين جا نالا آهن: سوهن سنگهہ ٻکنا، بابا ڪيسر سنگهہ، بابا اروڙ سنگهہ، گرمک سنگهہ، پرٿويَ سنگهہ ۽ ٻيا. هر هڪ ساٿي پنهنجي جاءِ تي تواريخ جو هڪ مڪمل ورق آهي ۽ انهن سڀني ساٿين لاءِ پنجاب جي ڀهراڙين ۾ حد درجي جي عزت ۽ پيار آهي.

1914ع ۾ جيڪي وهيو واپريو سو انهن ماڻهن جي ديس ڏانهن واپس ورڻ کان پوءِ ٿيو. انهن انقلابين جي قرباني سان ننڍي کنڊ جي جنتا ۾ سياسي جاڳرتا آئي، جنهن اڳتي هلي زوراٺتي هلچل جي صورت اختيار ڪئي. آزاديءَ جي لاٽ جيڪا هنن مانجهين ٻاري ان جي روشني، اڄ سڄي ننڍي کنڊ ۾ چوڏس پکڙيل آهي، جنهن ڪري اڄ آزاديءَ جي ڏاڪي تي پهچڻ ۾ ويرم ڪانہ لڳندي.

اڄ تواريخ جي هن نازڪ وراڪي تي هنن سورهين جي سورهيائپ جو احوال ديس واسين لاءِ هڪ نئين دڳ جي سڃاڻپ ڏئي ٿو. هي اُهي آزاديءَ جا متوالا آهن جن پنهنجو سڀ ڪجهہ آزاديءَ جي ديوي جي قدمن ۾ نڇاور ڪيو ۽ پاڻ مٿان مصيبتون ۽ مامرا مرڪي سَٺا.

**اجي ڪمار گهوش**
ڊسمبر 1945ع

---

* سوري چڙهڻ سيج پسڻ، ايءَ ڪم عاشقن
پاهون ڪين پسن، سائو هلن سامهان.

(لطيف)

# روزگار جي ووڙ

اٺويهين صديءَ جي پوئين ڏهاڪي ۽ ويهين صدي جي منڍ ۾، هزارين پنجابي سک ۽ مسلمان هاري، پوڙها ۽ جوان ڏيهه ڇڏي پرڏيهه روزگار جي وَوڙَ ۾ روانا ٿيا. ڇاڪاڻ ته پنجاب جي زمين تي آدمين جي گهٽائي سبب، زمين جي ننڍين ٽڪرن ڪيڙڻ سان سندن پورائو ڪونه پئي ٿيو.

اهو دور اقتصادي طور سخت اونداهو ۽ ڏقيڙ وارو دور هو. ڏيڍ سئو ورهيه پراڻي گڏل پيڻل، ناڪاره ۽ بدبودار بادشاهي سرشتي جي مڙني براين جا اثر به ظاهر ٿيڻ لڳا هئا. نون حاڪمن جي وارد ٿيڻ سان هندوستان جي اقتصادي حالت وڌيڪ پائمال ٿي رهي هئي ۽ ان کان به وڌيڪ بدتر اقتصادي سرشتو ان جي جڳهه والاري رهيو هو. هٿ جو پورهيو ۽ ٻيا اڪيچار هنر پوئين پساهن ۾ هئا، ان کان سواءِ زمين کسڻ ۽ هارين کي بي دخل ڪرڻ جي رفتار ڏينهون ڏينهن وڌي رهي هئي، جنهن ڪري زراعت به تباهي جي ڪناري تي اچي پهتي هئي. ساڳئي وقت وري هڪ ٻي مصيبت اچي مُنهن ڪڍيو جو ڪوڙن ڪاتن جي متاسنا ۽ هٽرادو قرضن مٿان قرض به پورهيتن کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيو. ڏڪار ته ماڳهين حالتن کي وڌيڪ ٻواٽتو بڻائي ڇڏيو جنهن ڪري رهيو کُهيو زرعي اپڙاسو به ختم ٿي ويو.

اهڙي لاچاري ۽ نااميدي وارين حالتن ۾ پنجاب جي هاري ۽ پورهيت لاءِ ان کانسواءِ ٻيو ڪوبه چارو ڪونه هو ته هو اباڻا ڪک ڇڏي ٻاهرين ملڪن ۾ وڃي قسمت آزمائي ڪري. انهي سبب ڪيترائي هاري ناري پنهنجا ڳهه ڳنا گروي رکي، زرعي زمين جا رهيل ٽڪر نيلام ڪري ۽ ڏڳا ڏور وڪڻي پرڏيهه روانا ٿي ويا.

اها لڏپلاڻ ويهين صديءَ جي اڳياڙي ۾ تہ گهڻو زور وٺي وئي. اهي بي وطن ماڻهو سڄي دنيا جهڙوڪ: برما، ملايا، سنگاپور، هانگ ڪانگ، شنگهائي، چين جي ٻين ڀاڱن ۽ آسٽريليا ۾ ٽڙي پکڙي ويا. هڏ ڪاٺ ۾ مضبوط ۽ جفاڪش هئڻ ڪري کين پوليس اهلڪارن ۽ چوڪيدارن جي حيثيت ۾ جتي ڪٿي ڀرتي ڪيو ويو. ڪجهہ همراهہ جيڪي ٿورو گهڻو پئسو پنجڙ پاڇي ڪري ڪٺي آيا هئا، انهن وري ننڍا دوڪان کوليا يا ٺيڪيداري شروع ڪئي. ٿوري ئي عرصي ۾ اهي لوڪ چڱو پئسو ڪمائي سُک جو ساهہ کڻڻ لائق ٿيا... پر ساڻن هڪ جٺ بہ ٿي جو اهي جنهن بہ ملڪ ۾ وڃي رهيا تہ اُتي اتان جا اصلوڪا رهواسي کين سخت ڪروڌ ۽ ڪاوڙ منجهان ڏسڻ لڳا، ڇو تہ اهي کين پنهنجن حقن تي ڌاڙو هڻندڙ سمجهندا هئا.

انهي سمي کين سُڌ پئي تہ آمريڪا ۾ ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سهولتون ۽ وڌيون پگهارون آهن. پوءِ آزمودي خاطر ڪجهہ ماڻهن جوَ جٿو آمريڪا اُماڻيائون، جن کين وراڻيءَ ۾ سٺي خبر موڪلي. ان کان پوءِ تہ هندوستانين جا انبوهہ آمريڪا ۽ ڪئناڊا ڏانهن لڙي پيا. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي شروعات ۾ تہ سندن انگ پندرهن هزارن تائين وڃي پهتو هو.

# غلاميءَ جو طوق

آمريڪا ۾ ڪارخانيدارن ۽ باغن جي مالڪن وٽان ڪين ٻن ڪان ٽن ڊالرن تائين چڱو اجورو روزانو ملندو هو. انهي ڪمائي منجهان هو وڏو حصو بچائي رکندا هئا ڇاڪاڻ ته پاڻ آمريڪي مزدور جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ محنتي ۽ گهٽ خرچائو هئا. ان سمي ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ته آمريڪين ۽ هندوستانين وچ ۾ دنگو ۽ فساد اڻ ٽر هو پر ڇاڪاڻ ته اهو خوشحالي جو دور هو جنهن ڪري ڪوبه اهڙو اڻ وڻندڙ واقعو ڪونه ٿيو.

1907ع ۾ اقتصادي يونچال آيو. بي روزگاري ۽ اُجرت جي گهٽتائي هٽي وڃي هنڌ ڪيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته آمريڪي پورهيتن جماعت سازي ڪري سرمائيدارن خلاف مرڻ مارڻ جي جدوجهد شروع ڪئي پر هندوستاني مزدور ان سڄي هلچل کيَ ڪتراڳ سمجهي ان کان پاسيرو رهڻ لڳا. ڇاڪاڻ ته سندن ذهن ۾ اها ڳالهه ويٺل هئي ته پاڻ رڳو پئسو ڪمائڻ خاطر هتي آيا آهن، جنهن ڪري آمريڪي سرمائيدار ڪين ڏيهي مزدور خلاف استعمال ڪيو. ان سبب هڪ لڳا ماڳهين ريلوي جي هڙتال هندوستانين جي مخالفت ڪري ناڪام ٿي ۽ ردعمل ۾ آمريڪي مزدورن جي ذهن ۾ هندوستانين لاءِ نفرت ۽ ڌتڪار جو جذبو وڌي ويو. آمريڪي پورهيت، پنهنجن ساٿين سان گڏجي جٿن جي شڪل ۾ هندوستانين جي وسندين تي حملا ڪرڻ لڳا. هندوستاني مزدور به سينٽ جان، ٽيڪوما، وليم ۽ ٻين شهرن ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا هئا ۽ اتان آمريڪي مزدور ڪين ڪٽي سڄن ۽ پڙيانگ جاين تي ڦتو ڪري ايندا هئا.

آمريڪا منجهان في الحال ته اقتصادي يونچال ختم ٿي ويو ۽

مزدورن جون ارهہ زورايون بہ بند ٿي ويون پر ان هوندي بہ هندوستانين لاءِ نفرت ۽ ڌڪار جو جذبو ڏيهي ماڻهن ۾ جهڪو ڪونہ ٿيو. هونئن تہ آمريڪين جو سلوڪ ايشيا ۽ يورپ منجهان لڏي آيلن سان اڻنگو هو. پر اهي هندوستانين تي وڌيڪ جَڪَ ڪائيندا هئا. ان جو مکيہ ڪارڻ ائين چئي سگهجي ٿو تہ ٻين ملڪن جا رهواسي گهڻو ڪري آزاد قوم جا فرد هئا جنهن ڪري سندن سرڪار ٿوري ٿڪي حادثي تي بہ ڪن ڪڙا ڪندي هئي. ائين ئي هڪ ڀيري ڪئليفورنيا جي ڪجهہ مزدورن، جپاني مزدورن سان ڏاڍائي ڪئي، جنهن تي جپان سرڪار اعتراض ڪيو. آخرڪار آمريڪي حڪومت نقصان جو معاوضو هڪ ڊالر جي جاءِ تي ڏهہ ڊالر پري ڏنو. ان جي ابتڙ اهڙي ساڳي واردات هندوستاني مزدورن سان ٿي تہ انگريز سرڪار پنهنجي غلام رعيت مان هٿ ڪڍي ويهي رهي ۽ سخت اڻچاڻائي ۽ واهيات پڻي جو ورتاءُ اختيار ڪيو. اهو پهريون موقعو هو جو هند واسين کي محسوس ٿيو تہ هو هڪ غلام قوم جا فرد آهن.

آمريڪا منجهہ هندوستاني گهڻو ڪري ڪئلِيفورنيا، اورڻن ۽ واشنگٽن ۾ سٽيا پيا هئا. انهن آبادڪارن ۾ جوالا سنگهہ، واسا سنگهہ، سنتوش سنگهہ، ڪيسر سنگهہ، سوهن سنگهہ بکنا، ڪانشي رام ۽ ٻين چڱو چوکو پئسو ڪمايو هو. پر جڏهن پنهنجي چوڌاري نظر ڦيرائي ڏٺائون تہ پئسي هئڻ باوجود بہ سندن عزت ۾ ڪو بہ واڌارو ڪو نہ ٿيو هو. الٽو ڏيهي لوڪ گهڻي پاڳي کين نفرت ۽ ڌڪار سان ڏسندو هو. اهڙي ريت ڪهڙي بہ جاءِ پوءِ هوٽل هجي، ريل گاڏي جو سفر هجي، سئنيما گهر هجي، هر هنڌ کين گهٽ درجي جو شهري سمجهيو ويندو هو. ڪيترين مکيہ جاين ۽ تفريح گاهن تي تختي لڳل هوندي هئي تہ "هندوستانين ۽ ڪتن جي اچڻ تي بندش آهي." هڪ لڱا، هڪ هوٽل ۾ اڃي چمڙي واري سوهن سنگهہ بکنا سان ويهڻ کان انڪار ڪيو. هڪ گوري، ڪيسر سنگهہ کي نوڪري گهرڻ تان جواب ڏنو تہ "تون نوڪريءَ جي بجاءِ گولي هڻڻ جي لائق آهين." ڪيترائي آمريڪي هندوستانين مٿان ٺٺوليون ڪندا هئا تہ "تيهہ ڪروڙ ماڻهو آهيو يا رڍن

جو ڏڻ آهيو جو ٿورائي وارا اوهان تي راڄ ڪن ٿا!"

اهو نفرت جو سلسلو ائين پئي هليو. پورهيتن ۾ ڪجهه آمريڪي هندوستانين سان همدردي به رکندا هئا، پر اهي به لڪ چوري ائين چوڻ کان ڪونه مڙندا هئا ته "غلامي لعنت جو طوق آهي ۽ اوهان بدقسمتيءَ سان غلام آهيو." بهرحال انهن ورهين ۾ جيڪي وهيو واپريو سو سڀ ڪجهه هندوستانين جي ذهن تي چٽجي ويو ته هو غلام قوم جا غلام جيتامڙا آهن.

ڪئناڊا ۾ به ساڳي جٽ هئي. سرڪار ڪين سخت گندگي ۾ پوسل وارين جاءِ تي رهڻ لاءِ مجبور ڪيو پر هندوستانين منجهان ڪجهه همراهه جڏهن اهڙي بدبودار رهائش گاهه تي پهتا ته اتي رهڻ کان ناٻري واري ويٺا.

ڪئناڊا سرڪار 1910ع ۾ لڏپلاڻ وارو نئون قانون جاري ڪيو، جنهن مطابق ڪئناڊا ۾ ايندڙ هر شخص وٽ 200 ڊالر هجن ۽ پنهنجي ملڪ لاءِ اوٽ موٽ جي ٽڪيٽ هئڻ به لازمي شرط هو. اهو قانون رڳو هندوستانين کي دلشڪستو ڪرڻ ۽ ذهني عذاب ڏيڻ لاءِ ته هو اهڙي غلام ملڪ جا رهواسي آهن، جن وٽ نه پنهنجي جهاز راني آهي ۽ نه وري ڪو ساهوارو سندن حقن جو بچاءُ ڪري سگهي ٿو!



# نئين ذهني اوسر

آمريڪا ۾ جمهوريت ۽ آزاديءَ جي ماحول ڪي ڏسي هندوستاني لوڪن ۾ غلامي ۽ نڌڪائپ جو شديد احساس پيدا ٿيو. هڪ جمهوري ۽ آزاد ملڪ ۾ سياسي برابري، آزاديءَ سان هر چڱي ڪم ڪرڻ جي آزادي، هندوستانين ۾ گهٽ درجي ۽ ڪمتر هئڻ جي احساس کي هٿي پئي ڏني، جنهن ڪري چوڦير جمهوريت ۽ آزاديءَ کي ڏسي پسي، پاڻ لاءِ قومي حوالي سان پوسٽ ۽ بدتري پسي، منجهن آزاديءَ جي لاءِ جيئڻ پوءِ تيئڻ وڌيڪ اتساهہ پيدا ٿيڻ لڳو. ان کان سواءِ پنهنجي آسپاس ڌرتيءَ جي گولي تي ٻين ملڪن جهڙوڪ آئرلينڊ، چين، مصر ۽ ترڪيءَ ۾ قومي تحريڪن بہ منجهن وڏي چاهنا پيدا ڪئي، ائين ڏسندي وائسندي مولوي برڪت الله ۽ هرديال سنگهہ وارن ڪوشش ڪري ڇڙواڳ قسم جي ڦهليل گروهن کي صحت مند طور طريقن تي منظم ڪيو. جلد ئي ڪئليفورنيا ۽ وئنڪور جي گردوارن ۾ سياسي گڏجاڻيون ٿيڻ لڳيون.

ڪئليفورنيا جي باغن ۽ واشنگٽن ۽ اورئن جي ڪارخانن ۾ جيڪي هڪ ٻئي کان ڪوهين ڏور هئا، اتي برطانيہ سرڪار خلاف هڪ انقلاب جي تياري ٿيڻ لڳي.

هاڻي اهو وقت اچي پهتو هو جنهن ۾ هندوستاني لوڪن کي منظم ۽ صحيح سوچ تي هلچل هلائڻ جو وَجهہ مليو هو.



# غدر پارٽي

هند واسين کي يڪجا ڪري هڪ پليٽفارم تان تحريڪ هلائڻ ۾ سڀ کان اڳ ۾ وقتائتو قدم کڻندڙ بابا سوهن سنگهه بکنا هو. جيڪو اسٽوريا Astoria ۾ هڪ چير جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو. 13 مارچ 1913ع جي پهرين گڏجاڻيءَ ۾ 120 ڄڻا آيا، جن مان ۾ چاليهه ڄڻا واشنگٽن ۽ باقي اورئن (Oregon) جي ڪارخانن منجهان آيل هئا. انهي کان پوءِ سٺاءُ موجب ٻي گڏجاڻي سَان فرانسِسڪو ۾ پهرين نومبر 1913ع تي رکي وئي، جنهن ۾ پندرهن هزار ڊالر چندو گڏ ڪيو ويو. اهو به يڪراءِ فيصلو ڪيو ويو ته جنگ آزادي (1857ع) جي شهيدن جي ياد ۾ هڪ هفتيوار اخبار "غدر" هندي، اردو، مرهٽي ۽ گرمکي ۾ ڇپجندي. انهي اخبار جي ڪري جماعت تي نالو به "غدر پارٽي" رکيو ويو.

غدر پارٽي جي بنياد رکڻ ۾ هيٺين ساٿين جا نالا ذڪر لائق آهن:

(1) سوهن سنگهه بکنا، (2) جوالا سنگهه، (3) واسکا سنگهه، (4) سنتوش سنگهه، (5) ڪرتار سنگهه، (6) ڪيسر سنگهه، (7) پرٿوي سنگهه، (8) اروڙ سنگهه، (9) ناٿن سنگهه مهيسري، (10) ڪانشي رام، (11) ناٿن سنگهه ڇُڄا، (12) جڳترام، (13) ڪرم سنگهه، (14) ٻاڳ سنگهه (ڪئناڊا)، (15) شير سنگهه، (16) لال سنگهه، (17) اڌام سنگهه، (18) سنتا سنگهه، (19) هرنام سنگهه. اهي سيئي اسان جي تواريخ جا جوڌا جنگ جوان آهن جن پنهنجي حياتيءَ جو رتَ ۽ ست آزادي جي ديويءَ جي قدمن ۾ قربان ڪيو.

غدر پارٽي جي مکيه گڏجاڻي ۾ ٺهراءُ بحال ڪيو ويو ته، "اسان جو مول ۽ متو آهي ته برطانوي سامراج جو انت آڻي انهي جاءِ تي عوامي راڄ قائم ڪجي، جنهن ۾ هڪ جهڙائي ۽ آزادي هجي." پارٽيءَ جي هر

ڪنهن ڪارڪن لاءِ لازم ڄاڻايو ويو تہ دنيا جي جنهن بہ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهندو هجي اتي غلامي جي خلاف جدوجهد ڪندو رهي ۽ اهو مقصد رڳو قومي سطح تي هٿياربند جهدوجهد سان ماڻي سگهجي ٿو.

ساڳي گڏجاڻيءَ ۾ سوهن سنگهہ بکنا کي صدر ۽ هرديال سنگهہ کي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. جڏهن تہ جوالا سنگهہ ۽ ڪيسر سنگهہ کي نائب صدرن جي عهدن لاءِ چونڊيو ويو. ساڳئي ريت ڪانشي رام خزانچي ۽ ڪريم بخش ۽ منشي رام کي آرگنائزنگ سيڪريٽري چونڊيو ويو. هڪ جوڙجڪ ڪميٽي سان گڏوگڏ هڪ تہ رڪني ڪميٽي مخفي ڪمن هلائڻ لاءِ بہ جوڙي وئي. هرديال سنگهہ کي اخبار ۾ مدد طور ڪرتار سنگهہ سريا، هرنام سنگهہ ۽ جڳت رام ڏنا ويا.

غدر پارٽي جي مرڪزي آفيس سَان فَرانسسڪو جي 436 جابلو گهٽي (Hill street) ۾ جوگينتر آشرم جي نالي سان کولي وئي. اڳتي هلي 1914ع ۾ 5- ڪاٺ گهٽي (Wood Street) ۾ پنهنجي آفيس نهي راس ٿي تہ مرڪزي آفيس اوڏانهن منتقل ڪئي وئي.

نومبر جي آخر ۾ "غدر" اخبار جي پهرين ڪاپي بازار ۾ آندي وئي جنهن ۾ برطانوي سامراج جي خلاف سخت کان سخت ورتاءُ اختيار ڪرڻ جي تلقين ڪئي وئي هئي. هن مهل تائين جيڪي بہ ڏاڍ، جبر ۽ ظلمُ هندوستانين مٿان ٿيا هئا، انهن جو وُچور پيرائتي نموني ڇاپيو ويو. ٿوري وقت ۾ پارٽي ميمبرن جو انگ پنجن هزارن کان بہ مٿي ٿيي ويو. پارٽيءَ جي ڪارڪنن ڦڙي ڦڙي تلاءَ ڪرڻ واري پهاڪي تي عمل ڪندي چڱو خاصو پئسو گڏ ڪيو. پارٽيءَ جي اڳواڻن کي چڱي ريت احساس هو تہ اهو پئسو ڪيڏي نہ جاکوڙ سان غريبن جي پورهئي ۽ پگهر مان ڪٺو ڪيل آهي. انهن اڳواڻن جي ايمانداري ۽ سادگيءَ جي وري اها حالت هئي جو هُنن ٿوري اجوري تي پنهنجو ڏينهن رات پارٽي لاءِ اربي ڇڏيو هو.

غدر پارٽي ۽ سندس اخبار ٿورن مهينن ۾ ڪئناڊا، ملايا، جپان، چين، فلپائن، فجي ۽ ارجنٽائن ۾ وڃي پهتي. هندوستان ۾ بہ پارٽي پنهنجا پير ڄمائڻ لڳي. ٿوري عرصي ۾ پارٽي جون آمريڪا ۾

ڪئناڊا ۾ 72 برانچون کلي ويون. پارٽي ٻين ملڪن جهڙوڪ: روس، چين ۽ آئرلينڊ ۾ آزادي لاءِ وڙهندڙ سورمن سان لاڳاپا وڌايا ۽ سندن حمايت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

انقلابي جدوجهد لاءِ ڪارڪنن پنهنجون گهرجون گهٽائي ڇڏيون جو "جوگينتر آشرم" ۾ 25 ڄڻن جو ڄڻو روزانو ٻه ڊالر خرچ ڪندو هو ۽ ٻي سڀ آمدني پارٽي لاءِ وقف هوندي هئي. ائين پئي سمجهه ۾ آيو ته انهي نموني جي رهڻي ڪهڻي ۽ رات ڏينهن جدوجهد ڪرڻ سان اهو ڏينهن پري ڪونهي جڏهن آزاديءَ جو سج پنهنجي قوم سان اُڀرندو.

ان هوندي به پارٽي ۾ وڏي خامي هيءَ هئي ته اها هڪ عوامي تحريڪ هلائڻ جي ابتڙ پارٽي سازش ۽ اندروني پيچ ڊاهه پئدا ڪري پنهنجو مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهي هئي. اهڙي قسم جي سازشي سٽاء جي برطانيا سرڪار کي اڳ ۾ ئي ڪڙڪ پئجي وئي هئي ۽ سرڪار ان سڄي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳ ئي هٿيار پنهوار تڪا ۽ تيار ڪيو ويني هئي. سرڪار پئسي جي زور تي لوڀي پنڊتن کي گردوارن ۾ خريد ڪيو. پوءِ ته اهي مذهبي مهندار آشرمن ۽ گردوارن ۾ رهواسين جي ڪنن ۾ انقلابين خلاف زهر اوتڻ لڳا. مذهبي مهندارن پنهنجي واهيات گيرين جي اها حد ڪئي جو هندوستانين جي هر چڱي ڪم جي مخالفت ڪرڻ لڳا.

مارچ 1914ع ۾ هرديال کي سرڪار "اڻ وڻندڙ شخصيت" قرار ڏنو پر پارٽي وارن ڪوشش ڪري سندس ضمانت ڪٽائي کيس سئيزرلينڊ کسڪائي ڇڏيو.

هرديال انهي کان پوءِ پارٽي سان پنهنجا ناتا رکي نه سگهيو پر آزادي جو سٽل طوفان آمريڪا ۾ هوربان ڏاڍيان ڪَر کڻڻ لڳو ۽ پارٽي ڏينهون ڏينهن سگهاري ٿيندي وئي. انهي سمي پهرين مهاياري لڙائي جا ڪارا ڪڪر سڄي يورپ تي ڇانئجڻ لڳا هئا.



# ڪوما گاٽا مارو

ڪئناڊا جي 1910ع واري "لڏپلاڻ قانون" نہ رڳو آئيندي لاءِ لڏپلاڻ کي ختم ڪري ڇڏيو پر اهي هڙيئي هندوستاني جيڪي برما، ملايا، سنگاپور ۽ چين منجهان ڪئناڊا اچڻ لاءِ آتا هئا، سي بہ رڪجي پيا. مختلف ملڪن منجهان ايندڙ لوڪ گهڻي قدر سرندي پڄندي وارا ڪونہ هئا، پر اهي مسڪين هئا جيڪي پنهنجو الهو تلهو وڪڻي يا گروي رکي اباڻو ملڪ ڇڏي آيا هئا. ڪئناڊا ۾ ڪيترا اهڙا بہ رهواسي هئا جيڪي ڪجھ وقت کان رهندا پئي آيا پر سرڪار انهن جي آيل ٻارن، زالن ۽ مائٽن کي بہ ڪجھ ڏينهن ڪناري تي ترسائي واپس ڪيو. انهي بيهودگي واري هلت جي ڪري هندوستانين منجھ سخت تاءُ پيدا ٿيو جنهن ڪري مظاهرا بہ ٿيا ۽ جڏهن هڪ وفد هندوستان جي رياستي سيڪريٽري (Secretary of state) سان ملڻ ويو تہ هُن مورڳو ملڻ کان ئي انڪار ڪيو. ٻئي پاسي ڪئناڊا جي سرڪار ڪنهن بہ قسم جي نرمي اختيار ڪرڻ کان پڙ ڪيڏي بيٺي ۽ پنهنجي ڪيل فيصلي کي پهريون ۽ آخري قدم ڄاڻايو.

هوڏانهن هندوستان ۾ اهي ماڻهو بہ سخت پريشاني ۽ مايوسي ۾ مبتلا ٿيا جيڪي روزگار سانگي پنهنجو الهو تلهو وڪڻي ملڪ کان ٻاهر اچڻ لاءِ تيار ويٺا هئا. آخر آمريڪا ۽ ڪئناڊا مان ڦوڙي ڪري، هڪ جپاني جهاز ڪوما گاٽا مارو کي هانگ ڪانگ منجهان ياڙي تي حاصل ڪيو ويو ۽ جهاز ۾ سونهين جي حيثيت سان بابا گرودت سنگھ سوار هو. اٽڪل 400 مسافر سنگاپور ۽ ڪلڪتي منجهان جهاز ۾ سوار ٿيا ۽ اهو جهاز 14 اپريل 1914ع تي ڪئناڊا روانو ٿيو ۽ 23 مئي تي وئنڪور پهتو. نئين لڏپلاڻ جي قاعدن ضابطن مطابق سيني

مسافرن جا ڪاغذ پَٽ درست هئا پر تڏهن ٻه ڪئناڊا سرڪار جهاز کي ماڳهين بندر گاهه تي اچڻ کان ئي روڪيو ۽ حڪم ڏنو ته جهاز جو منهن هڪدم هندوستان ڏانهن موڙيو وڃي.

جهاز جي مسافرن اهو حڪم سختي سان رد ڪري ڇڏيو ۽ پنتي موٽڻ کان انڪار ڪيو. جهاز ڪيترائي ڏهاڙا سمنڊ ۾ بيٺو رهو ۽ آخر جهاز منجهان مِني پاڻي جو ذخيرو به ختم ٿيڻ لڳو. اهڙي حالت ۾ به مسافر پنهنجي هوڏ ۽ ضد تي اٽل رهيا، جنهن ڪري ڪئناڊا سرڪار طاقت استعمال ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني. ان ڪانپوءِ ڪئناڊا جي فوج جهاز کي وڪوڙي وئي ۽ ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن هو (مسافر) جهاز سوڌا واپس نه ورندا ته کين گولين جي زور تي موٽايو ويندو.

ڪئناڊا ۽ آمريڪا ۾ رهندڙ هندوستانين پاويهه هزار ڊالر جهاز جي مسافرن جي بچاءَ ۽ رهيل ڀاڙو ادا ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيا ۽ ان ڪانسواءِ جلسا ۽ جلوس جهاز جي مسافرن جي حمايت ۾ ڪيا ويا. ڪئناڊا ۾ ته طاقت استعمال ڪرڻ جي مڪمل تياري ڪئي وئي هئي. انهي ويل ته هندوستاني لوڪ ماڳهين آپي کان ٻاهر نڪري ويا جڏهن کين ڄاڻ پئي ته جهاز جي مسافرن کي ڌمڪي ڏني وئي آهي ته جيڪڏهن جهاز پنتي نه موٽيو ته گولين جو مينهن وسايو ويندو. ان کان پوءِ هڪدم وئنڪور جي گردواري ۾ چار هزار هندوستاني گڏ ٿيا ۽ يڪراءِ فيصلو ڪيو ويو ته جيڪڏهن ڪوما گاٽا مارو تي بارود جي طاقت آزمائي وئي ته سڄي شهر کي باهه ڏني ويندي. جڏهن ڪئناڊا سرڪار کي انهي فيصلي جي سڌس پئي ته سندن ڀِڊر ئي ڀِرا ٿي ويا.

هوڏانهن جهاز جي مسافرن جي حالت پاڻي ۽ کاڌي جي کوٽ سبب رحم جوڳي بڻجي چڪي هئي، جنهن ڪري مسافرن لاءِ پنهنجي جدوجهد کي مستقل جاري رکڻ بابت مونجهارو ٿيڻ لڳو. نيٺ 23 جولاءِ تي جهاز وارن کي سخت بي وسي ۽ لاچاري جي حالت ۾ موٽڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. ڪئناڊا سرڪار سيني مسافرن جي ڀاڙي ۽ هلڪي سلڪي خرچ جو ذمو پاڻ تي کنيو.

انهي موٽندڙ ڪوما گاٽا مارو جي حالت اُن جهاز وانگر هئي

جنهن ۾ مسافرن کي اڳيان باهہ ۾ پوڀان پاٽي هجي، ڇو تہ جهاز ۾ سوار مسافرن جو ڪو بہ آئندو ڪونہ هو. ان سبب مسافرن ۾ سخت تاءُ ۽ ڌڪار هئي ۽ بلاشڪ انهي ويڌن ۾ جُٽ جو ڪارڻ برطانوي سامراج هو ۽ ان منجهان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو آخري ڏگ اهو هو تہ برطانوي سامراج جو خاتمو آڻجي. انهي جوش ۾ جولان جي اڳواٽي نوجوان گرمک سنگهہ ڪري رهيو هو.

غدر پارٽي جهاز جي ڏتڙيل مسافرن لاءِ هَڙان وڙان وس آهر سڀ ڪجهہ ڪيو پر تڏهن بہ سندن دلين ۾ پنهنجي ديس واسين سان ٿيل غير انساني سلوڪ جي ڪري سخت ناراضپو هو ۽ نتيجي ۾ ورهين کان سانپيل نفرت جو لاوا پچي راس ٿي چڪو هو. سندن راءِ موجب انهيءَ سرڪار کي ڪنهن بہ حالت ۾ رهڻ جو حق ڪونہ هو، جنهن سندن هيڏي بي عزتي ڪرائي هئي!



# وطن ڏانهن ورڻ

غدر پارٽي هندوستانين کي ڏيساور ۾ اجا چڱي ريت منظم ڪونہ ڪيو هو، پر تڏهن بہ وس آهر گهڻو ڪم ڪيو هو. تمام ٿوري عرصي ۾ آزادي جي چڪ انهن ڏيهہ کان ڏور ماڻهن ۾ وڏي جاڳرتا آڻي ڇڏي جو ساڻ ڪيني، ڪروڌ ۽ هڪ ٻئي تي چڙهت واري عمل جي ابتڙ منجهن ايڪتا جو احساس پيدا ٿيو ۽ پاڻ کي هڪ برادري جو سمجهي هڪ سوچ لاءِ وکون وڌائڻ لڳا. هڪ ٻئي جي گلا غيبت ڪرڻ ۽ هڙتالون ناڪام ڪرائڻ جي برعڪس مزدور سيائون ٺاهڻ لڳا. جيڪي هندوستاني لوڪ اڳ ۾ نشو واپرائي وحشي ۽ اڙٻنگ ڍڳن ڍورن وانگر وڙهندا هئا، سي انهن براين کان پاسو ڪرڻ لڳا ۽ اهڙن بيهودگي جي ڪم ڪارين کي هاڻي قومي بيعزتي سمجهڻ لڳا. هاڻي هو چند ڊالرن ڪمائڻ جي پويان ڪونہ هئا، پر پنهنجي وطن لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ آتا هئا، جنهن ڪري آمريڪي بہ کين عزت ۽ مانَ ڀرين نظرن سان ڏسندا هئا. ٿي آمريڪي جن ۾ هڪ عورت بہ هئي، هندستان ۾ آزاديءَ جي وېڙهہ ۾ ساٿن ٻانهن ٻيلي ٿيڻ بہ آيا هئا، پر برطانيہ سرڪار کين ڪنهن حيلي بهاني گرفتار ڪري موٽائي موڪليو. آمريڪي سرمائيدار جيڪي هندستاني لوڪن کي رڍن ۽ ٻڪرين کان وڌيڪ اهميت ڪو نہ ڏيندا هئا، سي بہ کين اچرج ڀرين نظرن سان ڏسندا هئا.

هونئن بہ 1913ع جي اڳياڙي ۾ غدر پارٽي جو تہ رڪني جٿو هندوستان ۾ برطانوي سامراج خلاف پرچار ڪرڻ لاءِ پهچي چڪو هو. غدر پارٽي کي اها چڱي ريت ڄاڻ هئي تہ برطانيا خلاف سندن تيارين کي آمريڪا کان ٺي پيڇو ڪيو پئي ويو، پر ڪوما ڳاٽا واري

حادثي تہ موربگو ٿي باھہ تي گاسليٽ جو ڪم ڪيو ۽ هندوستاني لوڪن جي دلين ۾ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جا پيڙ پڙڪڻ لڳا. انت تہ لڙائي جو سانباهو وڏيڪ تکو ڪيو ويو ۽ آمريڪا ۾ ڪيترين ئي گڏجاڻيون ڪيون ويون جنهن ۾ هزارين ماڻهن رضاڪارانہ طور سچي ذميواري ۾ هٿ ونڊائڻ جي آڇ ڪئي.

بابا سوهن سنگهہ بکنا تہ ڪوما گاٽا مارو جي مسافرن سان رَلجي پوئتي موٽيو. پيو جٿو جنهن ۾ مکيہ شخص ڪرتار سنگهہ سرڀا، پرٿوي سنگهہ، ڪرم سنگهہ چيما، جوالا سنگهہ، اروڙ سنگهہ ۽ ٻيا هئا، سي پهرين مهاڀاري لڙائي ڇڙڻ ڪانپوءِ هڪدم وطن پهتا. پارٽي جي ويچار موجب تہ هاڻي اهو سمو اچي ويجهو پهتو آهي، جنهن لاءِ هي سڄي سنبت ڪئي وئي هئي ۽ ان ڪري سيني ساٿين کي حڪم مليو تہ هڪدم وطن ڏانهن موٽي اچن.

پنهنجن گهرن ڏانهن لڏپلاڻ جو سلسلو شروع ٿي ويو. هزارين همراهہ پنهنجو ڪمائيتيون نوڪريون، ڌنڌا ڌاڙي ۽ لکين ڊالرن جون ملڪيتون جيڪي هنن ورهين جي محنت ۽ مشقت ڪانپوءِ ٺاهيون هيون، انهن تان هٿ کڻي ورتو. جيڪڏهن ڪجهہ سامان ساڻ کنياٿون تہ اهي رڳو هٿيار هئا جيڪي سندن قيمتي سرمايو هئا.

موٽندڙن کي هندستاني صورتحال جي پوري پني جاڻ ڪونہ هئي، پر سندن ذهن ۾ هڪ خيال ويٺل هو تہ هي قيمتي وقت پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ وري ڪونہ ايندو. اسان کي مرڻو تہ ضرور آهي پر مرڻ کان اڳ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو وڏو ڌماڪو ڪرڻ ضروري آهي.

جپان ۾ مولوي برڪت الله، شنگهائي ۾ مترا سنگهہ ۽ هانگ ڪانگ ۾ ڀڳوان سنگهہ هئا، جن غدر پارٽيءَ جون آفيسون کوليون هيون پر هاڻي سڀ ڪو ڏيساور ۾ رهندڙ هندوستاني وطن ڏانهن واپس وَرڻ لڳو ۽ رستي ۾ هر هڪ هندوستاني ٻين ديس واسين کي پوئتي موٽڻ لاءِ چئي رهيو هو ۽ کين خوشخبري ٻڌائي پئي وئي تہ سنت ٿي هٿياربند جدوجهد وسيلي اسين پنهنجو مول مقصد ماڻڻ وارا آهيون. انهي پرچار ڪرڻ ۾ وڏو هٿ گوجر سنگهہ ۽ سُچا سنگهہ جو هو.

واپس موٽندي ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل انڊيمان ٻيٽن وٽان لنگهندي برطانوي سامراج جي دهشتگردي جي يادگار ڪي ٻہ ڏسندا پئي ويا. اتان لنگهندي خيالن ۾ ڏسڻ لڳا تہ انهن قبر جهڙين ٻاٽ اونداهين ۾ وطن جا جوڌا ٻيڙيون ۾ هٿ ڪڙيون پايو ويٺا آهن. اهو ويچار ڪندي سندن اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي آيون ۽ پوءِ ٻہ سندن اندر جي آس اپڙڪا ڏئي رهي هئي تہ اي غلام وطن جا رهواسيو! اسين اچي ويا آهيون ۽ چاڻ اهي غلامي جا زنجير ٽُٽي اچي پٽ پوندا.*

انهن سيني منجهان ڪن ٿورن همراهن ڪي ذهن ۾ چٽي ريت ويٺل هو تہ جيڪڏهن پنهنجي جدوجهد ۾ ماڳ ماڻي نہ سگهياسون تہ شايد اسين بہ انهن دهشت ۽ ڏهڪاءُ وارن ٻُهرن ۾ موٽي اچون.



چاڻ ٽُٽي زنجير پيا، پوءِ زندانن جو ڇا ٿيندو؟
جن مظلومن تي وار ڪيا، تن شيطانن جو ڇا ٿيندو؟
"دوست"

# گولين سان آڌرياءُ

برطانوي سرڪار انقلاب جو سنيهو ڪٽي ايندڙن مان گهڻو تڻو سيني کان پَلِيءَ پَت واقف هئي. سرڪاري جاسوس ۽ چغل به غدر پارٽي ۾ چڱو خاصو اثر رسوخ رکندڙ هئا. انهن منجهان رامچندر به هڪ هو. پارٽيءَ وارن به گهڻو ڪري پنهنجن مول متن ۾ هلچل کي مخفي ڪونه رکيو هو. ٻيو اهم ڪارڻ هيءُ هو ته سخت جوش ۾ اڻ ڇاڻائي جي ڪري همراهه ملڪ موٽڻ واري اصل فيصلي کي لڪائي نه سگهيا. ان کان سواءِ سرڪاري چغلن به ستاءَ سان انقلابين جو پيرو هانگ ڪانگ کان کڻڻ شروع ڪيو هو. ڪلڪتي ۾ ڪين فوج ۽ پوليس جي پهري هيٺ بيهاريل ريل گاڏين ۾ بنا ڪنهن تهمت جي سَٽيو ويو.

ڪوما گاٽا مارو 27 سيپٽمبر تي هگلي نديءَ ۾ پهتو ۽ 29 سيپٽمبر تي صبح جو يارهين وڳي بَجَ بَجَ جي بندرگاهه تي لنگرانداز ٿيو. انهي جهاز جي مسافرن کي سنگاپور ۽ هانگ ڪانگ ۾ به لهڻ نه ڏنو ويو. بهرحال جڏهن مسافرن کي جهاز منجهان لهي ريل گاڏيءَ ۾ سوار ٿيڻ لاءِ چيو ويو ته هُو پڙ ڪيڏي بيهي رهيا، جنهن ڪري اُتي ئي پوليس ۽ مسافرن جي وچ ۾ جهڙپ ٿي ۽ ارڙهن ڄڻا ٿڏي تي مارجي ويا، 31 ڄڻن کي گرفتار ڪري جيل اماڻيو ويو. 60 ڄڻن کي ريل گاڏيءَ ۾ سٽيو ويو ۽ ٻيهارو کن گرودت سنگهه جي اڳواڻي هيٺ گهيرو ٽپي نڪري ويا. بَجَ بَجَ جي بندرگاهه تي ريتي رت جو ٻليدان ڏيڻ وارن شهيدن جي ساراهه ۾ قومي گيت ٺهي سڄي هندستان ۾ پکڙجي ويا.

ٻيا هندوستاني جيڪي اجا تائين پوئتي شنگهائي، هانگ ڪانگ، بينڪاڪ ۽ رنگون ۾ ترسيل هئا، تن کي جيئن ئي اهڙي

وحشي پٽي ۾ ڏاڍ جي خبر پئي ته ماڳهين هُو آپي کان ٻاهر نڪري ويا ۽ سندن دلين ۾ به پلاند وٺڻ جي آنڌ مانڌ وڌيڪ پڙڪا ڏيڻ لڳي. پر ساڳئي وقت احتياط سان ڪم ڪرڻ لاءِ سوچ ويچار به ڪيو ويو. چين جي انقلابين سان به پارٽيءَ وارن جا ناتا هئا. انهن به کين ايهرائيپ ۾ ڪنهن قدم کڻڻ کان منع ڪئي، تنهن ڪري هندوستانين وٽ جيڪي به هٿيار هئا، سي انهن مصلحت خاطر چين جي انقلابين کي ڏئي ڇڏيا. آخرڪار فيصلو ٿيو ته هو برما کان ننڍين جٿن جي صورت ۾ هندوستان ۾ داخل ٿيندا ۽ پوءِ سرڪاري ڪارندن کي گوهيون ڏئي نڪري وڃي پنهنجي ڪم ڪار سان لڳندا.

پر ان احتياط ڪرڻ ۾ به کين دير ٿي هئي. چاڪاڻ ته سوهن سنگهه بکنا جي پڪڙجڻ کان پوءِ ته سرڪار سيني رستن ۽ چوواٽن تي چوڪسي مضبوط ڪري ڇڏي هئي. ان ڪانسواءِ ٽوسا مارو (Tosa Maru) نالي هڪ ٻئي جهاز ۾ سوار ٿيل 173 مسافرن کي زمين تي پير رکڻ کان اڳ ئي گرفتار ڪيو ويو. انهيَ پوئين کيپ ۾ گهڻو ڪري پارٽي جا مکيه ڪارڪن هئا، جنهن ڪري 73 جڻن کيَ ابوجهه ۽ اياڻو سمجهي ڇڏيو ويو پر باقي ٻين کي منتگمري (موجوده ساهيوال) ۽ ملتان جي سينٽرل جيلن ڏانهن اماڻيو ويو. *

وطن واپس ورندڙن منجهان 3125 جڻن کي پوليس جي پڇا ڳاڇا مان لنگهڻو پيو، جن مان هڪ هزار جڻا يا ته جلاوطن ڪيا ويا يا جيلن ۾ موڪليا ويا. ٻن ورهين جي مُدي ۾ اٽڪل اٺ هزار انقلابيَ هندوستان موٽي آيا ۽ پارٽي ميمبرن جو انگ ٻارهن هزارن تائين وڃي رسيو هو.

---

* هڪڙي پيري ملتان جي جيل ۾، جليان والا باغ ۾ هندوستانين جو قهري ڪوس ڪرائيندڙ پنجاب جو گورنر مائيڪل ڊائر آيو، جڏهن جنرل ڊائر قيد ۾ پيل انقلابين جي آڏو آيو ته هٿ ۽ وڏائيءَ سان کنڌ تاڻي چوڻ لڳو: ”توهان پنجاب کي آزاد ڪرائڻ گهرو ٿا ۽ سمجهو ٿا ته پنجاب اوهان جو آهي.“ تنهن تي هڪ انقلابي وراڻيس ته ”نه رڳو پنجاب پر سڄو هندستان آزاد ڪرائينداسون ۽ عوامي راڄ قائم ڪنداسون.“ پنهنجي ڪتاب ”هندوستان کي جيئن مان ڄاڻان“ ۾ جنرل ڊائر لکي ٿو ته اهڙي سوچ جيڪڏهن وڏي پيماني تي پکڙجي وئي ته پوءِ اسان جو اقتدار به گهڻو وقت جالي نه سگهندو.

انهن منجهان ٻه 400 ڄڻن کي جيل ياترا لاءِ موڪليو ويو ۽ 2500 ڄڻن کي جلاوطن ڪيو ويو.

انهن سيني مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ هندوستاني سرڪار پاڻ کي خاص اختيارن سان هٿياربند ڪيو هو ۽ انهن اختيارن کي تمام بي رحمي ۽ ڪٺورتا سان انقلابين کي چيپاڻ لاءِ ڪتب آندو ويو. انهي ڏاڍ ۽ جبر واري ورتاءَ کان پوءِ سرڪار کي سورهن آنا خاطري ٿي وئي ته وري ڪاٻه اهڙي اُٿل ڪَرَ کڻي نه سگهندي.



# هٿيار بند انقلاب لاءِ سانباهو

ايڏي ڏاڍ ۽ ڌهڪاءَ واري صورتحال کان پوءِ بہ ڏيساور منجهان ڇهہ هزار کن هندوستاني پهچي ويا هئا جن مان اڌ جيترن جو پوليس پيڇو بہ نہ ڪري سگهي. هتان جي حالتن کي ڏسي پسي ڳاٽيتي جيترا ساٿي تڏا ٿانهرا ٿي ويهي رهيا، پر گهڻائي وري بہ انقلاب ۽ آزادي جي ڪم کي وڃي لڳي. ڪرتار سنگهہ سرپا، پنگلي، ڪانشي رام، جڳت سنگهہ ۽ ٻين ڪيترن همراهن جو پوليس پاڇو بہ نہ لهي سگهي. پنڊت جڳت رام پوليس جي اکين ۾ سرمو پائي ڪسڪي ويو ۽ پرٿوي سنگهہ راولپنڊي ۾ قيدين جي گاڏي منجهان لهي الوپ ٿي ويو. گرمک سنگهہ جي گهر تي سرڪار سخت چوڪسي رکي پر پوءِ بہ هو ڪنهن نموني گوهيون ڏئي اچي ساٿين سان مليو. ڪرم سنگهہ چيما پڻ وڏي سختي هوندي بہ ساٿين جي لڪ ڇپ ۾ سهائتا پيو ڪندو هو. ايڏي وڏي حادثي ٿيڻ کان پوءِ سڄي تحريڪ ڇڙوڇڙ ٿي وئي، پر تڏهن بہ انهن مڙس ماڻهن دل نہ لاٿي ۽ نئين سر پنهنجا لڱ لاڳاپا سڌارڻ ۽ ساٿين ۾ نئين سر صف بندي ڪرڻ ۾ جنبي ويا.

انقلابين جي ذهن ۾ هڪ ويچار گهر ڪري ويو هو تہ برطانوي راڄ جو انت آڻڻو آهي تہ فوج ۾ انقلاب لاءِ راهہ هموار ڪرڻ گهرجي ۽ فوج کي محاذ آرائي لاءِ تيار ڪجي. انهيءَ طريقي آزمائڻ جو وڏو ڪارڻ هيءُ هو تہ فوج ۾ بہ هارين، نارين ۽ ڪڙمين ڪاسبين جو اولاد گهڻي ڀاڱي ڀرتي ٿيل هو جن مان ڪوڙ ساراً تہ سندن ويجها مائٽ هئا. انهي کان سواءِ فوج ۾ پڻ اندروني طور اهڙي سرڪار خلاف سخت حقارت ۽ ڦوٽ هئي جو ڪيترن ڏيهي سپاهين کي ملڪ کان ڏيساور ۾ عراق، فرانس ۽ برطانوي سرڪار جي بچاءَ لاءِ مقابلي تي موڪليو پئي

ويو. اهڙي ريت جڏهن ڪي انقلابي فوج وارن جي ويجهو آيا تہ ڪين وڏو سهڪار مليو.

جهونن انقلابين سان بہ غدر پارٽيءَ وارن ڏيٺ ويٺ وڌائي ۽ اهي انقلابي گهٽي ياڳي بنگال ۽ يو– پي ۾ هئا ۽ سندن مشهور اڳواڻ سچيندر ناٿ سنيال، وي– جي پنگلي ۽ راش بهاري بوس هئا. انهن نندين گروهن کي سازش وسيلي ڪم ڪرڻ جو چڱو خاصو تجربو هو. تعليمي ادارن ۽ وچولي طبقي (Middle Class) جي نوجوانن ۾ ڪم ڪرڻ جو پڻ ڪين ڏانءُ هو. انهيءَ لحاظ کان ڏٺو وڃي تہ غدر انقلابي اپکنڊ جي تواريخ ۾ پهريان جدوجهد ڪندڙ سورهيہ سرواڻ آهن، جيڪي پنهنجي حڪمت عملي ۽ جدوجهد جو مدار ڪڙمين ڪاسبين ۽ فوج کي سمجهڻ لڳا.

غدر انقلابي ستت ئي پنهنجا پير پختا ڪري ويا ۽ 4 - 5 چٽن جا گوريلن جا ننڍا گروهہ ٺاهيائون. سندن لڪٽيون ۽ ننڍا ڪتابڙا ماٺهو ڏاڍي چاهہ سان پڙهڻ لڳا. ننڍا گردوارا انقلابين جي پناهہ ۽ مکيہ چرپر جو ڪم ڏيڻ لڳا. ڪيترن ڳوٺن ۾ هاري پوليس سان منهن اٽڪائڻ ۽ انقلابين کي پناهہ ڏيڻ لڳا.

فوج ۾ جنهن جوان سڀ کان وڌيڪ جاڳوڙ ڪئي سو 19 ورهين جو ڪرتار سنگهہ سرپا هو جنهن پنهنجي منزل ماڻڻ لاءِ پاڻ کي ڏينهن رات انقلابي ڪارج لاءِ ارپي ڇڏيو هو. هي نوجوان رِون شا (Reven Shaw) ڪاليج اوڙيسا ۾ پڙهي چڪو هو. هن همراهہ سائيڪل تي سوين ميل سفر ڪيو ۽ انقلاب جي دونهين دکائڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو. بنون کان بنارس تائين ڪابہ اهڙي فوجي ڇانوڻي رهيل ڪانہ هئي جنهن ۾ هن نوجوان انقلابين جا مرڪز نہ ٺاهيا هئا. ڪرتار سنگهہ حد درجي جو ذهين ۽ بيخوف انقلابي هو. هُو ساڳهہ سان وقتائتو قدم کڻندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ فوجي آفيسر جي وردي پائي وڃي ماتحتن جي مٿان بيهندو هو. ان کان پوءِ ساڻن ڳالهائيندي مطلب جي ڳالهہ تي اچي ڪين چوندو هو ـ"اوهين جيڪڏهن چند رپين خاطر ظالمن جي جهنڊي جو بچاءُ ڪري، مظلوم

جو ناحق رت وهايو ٿا تہ پنهنجي ديس جيِ بچاءَ لاءِ ڇو نہ ٿا وڙهو؟“ ڪڏهن تہ ڪچهريءَ ۾ ائين بہ چوندو هو تہ ” ٻين ملڪن ۾ وڃي اتان جي ماڻهن جو قتل عام ڪرڻ ۾ اسان جي عزت ۽ ناموس ۾ ڪهڙو اضافو ٿئي ٿو؟“ آخر انهن محنتن ۽ مامرن هٽي وڃي هنڌ ڪيو. پارٽيَ وارن سان فيروزپور، راولپنڊي ۽ لاهور جي ڇانوڻين منجهان مڪمل پنيرائي ڪرڻ جو وعدو ڪيو ويو . انقلاب جي ڇٽنگ ميرٺ ، ڪانپور، لکنو، فيض آباد ، الهہ آباد، جبل پور ۽ ڍاڪا جي ڇانوڻين ۾ بہ وڃي رسي . ان کان سواءِ ملڪ کان ٻاهر ملايا ۽ برما ۾ غدر پارٽيءَ وارن انقلاب لاءِ مڪمل سانباهو ڪري ڇڏيو هو ۽ مکيہ آفيس رنگون جي 16 ڊفرن اسٽريٽ ۾ قائم ڪئي وئي.

ائين ظاهري طور وايومنڊل انقلابين جي فائدي ۾ پئي نظر آيو، ڇاڪاڻ تہ هڪ پاسي فوج جو سخت ناراضپو ۽ تاءُ هو، تہ ٻئي پاسي ڏکڻ اولهہ پنجاب جي مسلمان هارين منجهہ بہ سرڪار جي بہ اکيائي واري ورتاءَ جي ڪري سخت ڪاوڙ ۽ ڪروڌ هو.

آخرڪار توري تکي ، سوچي سمجهي 21 فيبروري تي سڌي قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو ويو. هونئن تہ ڊسمبر جي اوائل ۾ ئي انقلابين جي جٿن فوج ۽ پوليس جي چوڪين تي حملا شروع ڪري ڏنا هئا. ان کان سواءِ مالخانن، مال گاڏين ۽ ريلوي اسٽيشنن جي ڦر عام جام ٿي وئي هئي تہ جيئن فيبروري واري انقلاب لاءِ ڏوڪڙ ۽ هٿيار گڏ ڪري سگهجن. عام ماڻهن کي گرفتار ڪيو پئي ويو پر سرڪار حالتن کي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ ناڪام وئي ۽ انهن ناڪامين سرڪار کي ماڳهين ڇتو ڪري وڌو. اهڙي حالت ۾ پنجاب سرڪار، مرڪزي سرڪار کي 9 ڊسمبر تي درخواست ڪئي تہ کين خاص اختيار ڏنا وڃن جنهن تحت هھڙي ڳنڀير ۽ خوفائتي صورتحال کي منهن ڏئي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ موجوده حالتن ۾ ڪنهن بہ قيدي (انقلابي) کي هلندڙ ڪارروائي کي غيرضروري اينگهائڻ يا کين آپيل ٽپيل جا موقعا فراهم ڪرڻ سرڪار لاءِ سخت هاڃيڪار ٿيندو. ائين ٿي سگهي ٿو تہ قيدي وڪيلن معرفت يا پنهنجي چالاڪيءَ سان ڪورٽن منجهان

جان بچائي آزاد ٿي وڃن.

انقلابين رٿيل سٺاءَ کي چڱي ريت جانچيو ۽ جڏهن کين پڪ ٿي وئي ته سندن تياري ۾ هاڻي ڪا به ڪسر نه رهي آهي ته آخري وار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو .هونئن سندن رٿا ۾ هو ته رات جي پاڻ اونداهين ۾ سيني فوجي ڇانوڻين ۽ شهرن ۾ حملو ڪري بارود خانن ۽ هٿيارن جيٌ گودامن تي قبضو ڪيو ويندو. انهي ڪارج ۾ کين ڇانوڻين جي فوج به هٿ ونڊائيندي . ان کان پوءِ قيدين کي آزاد ڪرائي ، خزاني ۽ بينڪن کي خاليٰ ڪري سيئي انقلابي اچي پنجاب ۾ گڏ ٿيندا . تيستائين انقلابين جي قوت ايڏي ته مضبوط ٿي ويندي جو دشمن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ وٽن پئسو ۽ هٿيار جام هوندا ۽ اهڙي ريت سڄو سال به ويڙهاند ڪري سگهبي. انقلابين جو خيال هو ته جيڪڏهن سندن پير هڪ پرڳٽي ۾ پختا ٿي ويندا ته سڄي ملڪ ۾ آزاديءَ جي جهنڊي جهولائڻ ۾ ويرم ڪانه لڳندي.

لاهور کي سٺاءُ موجب سڄي چرپر جو مرڪز بڻايو ويو ۽ سموري منصوبي جو چار ملڪ جي ڏورانهن حصن ۾ به پکيڙيو ويو هو. امرتسر ۾ ڇاپخانو اڳ ۾ ئي قائم ڪيو ويو هو. بمن جون فيڪٽريون ۽ هٿيارن جا ذخيرا لوهاٽي آباد ۽ جيپوال ۾ رکيا ويا. جڳت رام کي ڪابل ۽ پرمانند کي بنگال اماڻيو ويو ته اتي رهندڙ انقلابين سان لهه وچڙهه ۾ اچن. انقلابين لاءِ هڪ چار رنگو جهنڊو ۽ وردي به مقرر ڪئي ويئي. هن مهل تائين صورتحال انقلابين جي فائدي ۾ پئي ويئي ڇو ته سرڪاري فوج جو ڪجھ حصو به سرڪاري نيتيءَ کان ناراض هو . ملڪ ۾ مهاڀاري لڙائي جا اثر به ظاهر ٿيڻ لڳا هئا جو مهانگائي ۽ ڏکر نگهوسار ڪري وڌو هو جنهن ڪري عام ماڻهو به سرڪار کان بيزار هو. سڄي ديس ۾ افواهن ۽ سس پس جي بازار گرم هئي .اهو به مشهور ٿي ويو هو ته هماليه جبل تي هڪ يوگي شري مها پرش جڳ بنڌو رهي ٿو . انهي يوگي 13 ورهيه هڪ غار ۾ ويهي چلا ڪڍيا آهن ۽ اڳڪٿي ڪئي آهي ته 13 ورهيه پورا ٿيڻ سان هندوستان سونتنرتا/آزادي ماڻيندو! پنجاب جي بگڙجندڙ حالتن کي ڏسي هرڪو ائين سمجهي

رهيو هو ته ڪو ممڻ مچڻ وارو آهي.

انت ته ائين پئي لڳو ته 21 فيبروري تي اوچتو پنجاب جي شهرن ۾ فوجي ڇانوڻين ۾ چوطرف ڪا اجهل اٿل اچڻ واري هئي. ائين وِسهڻ ۾ پيي آيو ته 1857ع جي جنگ آزادي کان ٻه هيءَ ويڙهه وڏيڪ ڪارائتي ۽ اثرائتي ثابت ٿيندي.



# رتا جو ڀت پوڻ

سموري رتا مڪمل تي چُڪي هئي ۽ هر ڪنهن وطن دوست جون اکيون پنجاب جي پالوٽ ۾ ڪتل هيون تہ اوچتو حالتن ڦيرو کائڻ شروع ڪيو.

18 فيبروري تي رات پيٽ ۾ گورن ۽ ديسي سپاهين جا ڪٽڪ اچي شهرن ۾ لٿا . اوچتو ئي شهر جي مکيہ مرڪزن تي پهرو سخت تي ويو ۽ گهٽين ۽ شاهراهن تي گشت شروع تي ويا. اڻجاڻ لوڪ تہ سخت هراسجي پيا تہ پنجاب ۾ ڪهڙي آپدا اچي لٿي آهي جو جنگ و جدل جهڙيون حالتون پيدا تي پيون آهن.

19 فيبروريءَ تي پنيرڪي ڏاري ڪرتار سنگھہ سريا، فيروزپور ۾ پنجاهہ ساٺين سان پهتو تہ اتان جي صورتحال ڏسي سندس پيرن هيٺان زمين ڇڏائجي وئي، جنهن ڪري نراسائي ۽ نااميدي سبب في الحال تہ ڪين ڪجهہ سمجھہ ۾ نٿي آيو ڇو تہ ڇانوٽيءَ ۾ چوڏاري گورا سپاهي گشت ڪري رهيا هئا ۽ ديسي سپاهي زارو قطار روئي رهيا هئا. ڪرتار سنگھہ کي پنهنجا هڙئي منصوبا واريءَ جا ڪوٽ نظر پئي آيا ۽ ورهين جا ڪشالا ۽ ڪشٽ خاڪ ۾ ملندي نظر چڙ لڳا. ائين ئي سندس اکين منجهان ڳوڙهن جي بنڌ ٻجي پيئي ۽ اهڙي آدمي جون اکيون وهي پيون ، جنهن ڪڏهن حوصلي ۽ همٿ هارڻ جو نالو بہ ڪونہ ٻڌو هو.

هاڻي پنجاب جي ڌرتي سندس رهواسين لاءِ جيئن پوءِ تيئن سوڙهي ٿيندي پئي وئي ۽ پڏري پٽ اٻوجهہ انسانن جو شڪار ڪيو پئي ويو . گهڻو ڪري سڀ همراهہ سو گها تي ويا جن مان بہ سو کن تہ مُکيہ انقلابي قابو تي پيا ۽ ڪجهہ ڳاڻيٽي جيترا جان بچائي فرار تي

ويا . ڪرتار کي ڪجهه ساٿين صلاح ڏني ته تون ڪسڪي وڃ ته سختيءَ سان وراٺياڻين "منهنجا ڪوڙ سارا ساٿي جيل جي اونداهن ٻُهرن ۾ وجهي بند ٿيا آهن ۽ مان پُڇ پائي ڀڄي وڃان ، ائين ڪونه ٿيندو." نيٺ، وزير آباد ۾ ديسي سپاهين سان گڏ گرفتار ٿيو.

ٻئي پاسي پنگلي ، 12 ڪيولري جي سپاهين سان ميرٺ ۾ هٿيڪو ٿيو ۽ جنرل ڊائر جي چوڻ مطابق ڪانئس، بارود جو ايترو ته ذخيرو هٿ آيو هو جو اُن سان سڄي هڪ ريجمنٽ کي تباهه ڪري سگهجي پيو.

جڳت رام کي پشاور ۾ گرفتار ڪيو ويو.

هن سڄي منصوبي جي ناڪام ٿيڻ جو وڏو ڪارڻ هيءُ هو ته ڪرپال سنگهه نالي هڪ جاسوس سرڪار کي اڳواٽ ئي مخبري ڏئي ڇڏي هئي. جڏهن سرڪار کي اهڙي اٿل اڇل جي ڄاڻ پئي ته سندس طاق ئي لڳي ويا . هوڏانهن انقلابين وس آهر ڪوشش ڪئي ته سندن رٿا وقت کان اڳ ظاهر نه ٿئي پر سرڪار کي اڳ ئي سڌ پئجي وئي هئي.

سرڪار جتي ڪٿي پنهنجا پير جمائي وئي هئي پر پوءِ به هلڪيون سلڪيون جهڙپون سيپٽمبر 1915 جي پڇاڙيءَ تائين هلنديون آيون.



# بادشاهہ سلامت خلاف جنگ!

اٿين پئي لڳو تہ گرفتار ٿيل باغي ڪليل ڪورٽ ۾ پيش ڪيا ويندا. پر سرڪار ڪليل عدالت ۾ ڪارروائي هلائڻ لاءِ تيار نہ هئي، ان ڪري تڙ تڪڙ ۾ ”هندوستان جي بچاءَ واري قاعدي هيٺ بادشاهہ سلامت جي دستوري اداري“ ڪان موڪل وٺي خاص ٽربيونل قائم ڪري هڙني انقلابين تي اُتي مقدمو هلائڻ جو بندوبست ڪيو ويو. ان ٽربيونل جي مٿان ڪنهن بہ اعلي عدالت کي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ جي اجازت ڪونہ هئي ۽ نہ وري قيدي اپيل ڪري پئي سگهيا. خاص ٽربيونل جي شاخ پنجاب پرڳڻي جي گاديءَ واري شهر لاهور ۾ کولي وئي جنهن ۾ هڪ ديسي ميمبر شِوناراڻ شرما پڻ هو.

27 مارچ 1915ع تي پهريون ”لاهور سازش ڪيس“ خاص ٽربيونل ۾ شروع ڪيو ويو. سينٽرل جيل جي بئرڪ نمبر 16 ۾ ڪارروائي هلائڻ جو بندوبست ڪيو ويو هو. سامراجي دٻدٻي ۽ ڌهڪاءُ خاطر ڏيک لاءِ پليٽ فارم عام رواجي فرش کان مٿي ٺاهيو ويو، جيئن صاحبلوڪن جي وڏماڻهپي ۽ معتبريءَ ۾ گهٽتائي نہ اچي. عدالت جي ساڄي پاسي سرڪاري وڪيل پِٽ مين (Pit Men) پنهنجي ساٿين ۽ سي۔ آءِ۔ ڊي جي اٺالي سميت اچي ويٺو تہ کاٻي پاسي هٿ ڪڙيون پاتل 65 جوابدارن کي حاضر ڪيو ويو. مٿن تهمت مڙهي وئي تہ جوابدارن هڪ خطرناڪ سازش وسيلي بادشاهہ سلامت خلاف جنگ جوٽڻ جي سازش ڪئي هئي.

جوابدارن ۾ ڪجهہ اهڙا بہ هئا جن هندوستان جي ڌرتيءَ تي جيئن ئي پير ڌريو تہ کين گرفتار ڪيو ويو هو. سوهن سنگهہ ڀڪنا بہ انهن منجهان هڪ هو جنهن کي ڪلڪتي ۾ لهندي شرط سوگهو

ڪيو ويو هو. انهن باندين کي لوڀ لالچون ڏئي پنهنجن ئي ساٿين مٿان سرڪاري شاهد ٿيڻ جي آڇ ڪئي وئي پر سڀني انهيءَ آڇ کي ٺڏي ڇڏيو. ڪيترن همراهن کي هلچل هلندي گرفتار ڪيو ويو هو پر ڪي ته اهڙا به هئا جيڪي ڏيساور منجهان موٽيا ئي ڪو نه هئا ته به سندن گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ڪيا ويا هئا. اهڙي نراسائي جهڙين حالتن کي ڏسندي وائسندي به پان سنگهه، ناٿن سنگهه ۽ ڪيهر سنگهه جهڙا پوڙها ۽ پرتوي سنگهه ۽ گرمک سنگهه جهڙا ڇوڪرا ٿ به پيهر وري وڃي وطن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ۾ لڳا.

هوڏانهن جوابدارن شروع کان ڄاڻو پئي ته عدالتي ڪارروائي رڳو هڪ قسم جو نماءُ آهي، جنهن ڪري پنهنجي بچاءَ ڪرڻ جو خاص الڪو نه پئي ڪيائون. جوابدار ان راءِ جا هئا ته جنهن سرڪار جو بڻ بڻياد ئي انياءَ تي رکيل هجي ته پوءِ انهي منجهان نياءَ جي ڪهڙي آس رکي سگهجي؟

هونئن، سرڪار ٻاهرين طرح پنهنجي ڪارپٽ رکڻ لاءِ جوابدارن کي ٽو وڪيل مهيا ڪري ڏنا هئا پر قيدين لاءِ وڪيلن ۽ سرڪاري شاهدن جي وچ ۾ ڪو خاص تفاوت ڪو نه هو. جوابدارن منجهان گهڻن کي ته انگريزي ۾ هلندڙ ڪارروائي سمجهه ۾ئي ڪو نه پئي آئي، باقي جن کي ٿوري ٿڪي سمجهه ۾ آئي انهن ڪَيُ به هن ناٽڪ سان ڪو لڳاءُ ڪو نه هو.

ڪيس جي ڪارروائي ۾ سرڪاري ڌر حاوي رهندي پئي آئي. هٽرادو گواه جوابدارن مٿان بيان ڏيندا پي ويا، جنهن تي جوالاسنگهه انهي ڪوڙي رچايل سانگ کي ختم ڪرڻ لاءِ عدالت تي زور پريو ۽ موٽ ۾ جيل سپرنٽينڊنٽ ڪيس سرڪاري ڪارروائي ۾ مداخلت ڪرڻ تي ٽيهه ڦٽڪا هڻايا. ان هوندي به هڪ سرڪاري گواهه ٿورڙي آڏي پڇا ۾ منجهي پيو ۽ ٻوڙهاري وينو ته "اسان کي ته جيئن صوبيدار جوالا سنگهه بيان ڪرائي ٿو تيئن پيا هتي ڳالهايون، وڏيڪ ته اسان کي سڏ سماءَ ڪونهي." عدالت ۾ سڄو رينگٽ سرڪار جي مرضي ۽ منشا مطابق هلي رهيو هو. هڪ بچاءَ جو وڪيل

رگهوناٿ عدالتي ڪارروائي پنهنجي مرضيءَ سان هلائي رهيو هو ته ڪيسر سنگهه وچ ۾ چيو ته مون تي ڪا به تهمت مڙهي نه ٿي سگهجي ڇو ته مون کي جهاز تان گرفتار ڪيو ويو هو. انهي سوال تي وڪيل چيس ته "تون ڪهڙن خوابن جي ڪاڪ محل ۾ رهين ٿو؟" ۽ اجا به بچاءُ جي وڪيل ڪيسر سنگهه کي سنئون سڌو چيو ته "تون گهڻ ڳالهائو ۽ واتوڙو آهين، تنهن ڪري تون ڦاهيءَ لاءِ تيار ٿي وڃ!"

ڪجھ مهينا انهيءَ ڪارروائي کي گذري ويا ۽ جوابدار شنوائين تي رڳو چرچا ۽ کل ڀوڳ ڪري هليا ويندا هئا. هيل تائين سرڪاري شاهدن جو انگ 44 کان مٿي چڙهي ويو هو ۽ ٽربيونل جا ميمبر رڳو گهنٽي وڄائي ڏيڏيو قائم ڪري ڪيس ۾ گهڻ ڳالهيون ڪندا رهيا.

ڪيس جي ڪارروائي اچي پڄاڻيءَ کي پهتي ۽ فيصلو ڪيو ويو ته ست ڄڻا مکيه جوابدار آهن ۽ سندن بيانن منجهان به پڌرو آهي، ته انهن کي سزا ڏيڻ گهرجي پر سرڪار کي شڪ هو ته ٿي سگهي ٿو ته اهي ست ڄڻا ٻين ساٿين کي بچائڻ لاءِ سڄي ذميواري پنهنجي مٿان کڻندا هجن، ان ڪري سرڪار حرفت ۽ مڪاريءَ سان هر هڪ جوابدار کان انفرادي طور برطانيا سرڪار لاءِ سنئون سڌو پڇاڳاڇا شروع ڪئي.

نوجوان ڪرتارسنگهه سرپا ٺهه پهه جواب ڏنو: "اسان تي جيڪا به تهمت مڙهي وئي آهي سا غلط آهي." انهي وراڻيءَ تي سرڪاري ڏر جا ڪن ڪڙا ٿي ويا. ڪرتار اڳتي چيو "اسانجي جدوجهد ڪا به ڳجهي سازش ڪونهي، اها کلم کلا جدوجهد آهي انهن حاڪمن خلاف جيڪي اسان جي ڌرتيءَ تي ڌاڙي ۽ ڌمڪاءُ وسيلي قابض آهن ۽ اسان جي ديس کي وڻ ويڙهيءَ وانگر وڪوڙي ويا آهن." هن صاف صاف لفظن ۾ ٻڌايو ته بک، بيروزگاري ۽ غلاميءَ جي ڪري هندوستاني عوام ۾ اڻ کٽ بربادي ۽ تباهه حالي آئي آهي. اجا به هن سورهيه پنهنجي تقرير کي اڳتي وڌائيندي ڪوما ڳاٽا مارو واري ٿهري واقعي، غدر پارٽيءَ جي بنياد ۽ انقلابي هلچل جي اوسر بابت اثرائتي ۽ پيرائتي نموني ڳالهايو. ان ڪانپوءِ به ڪرتار بنا ڪنهن ڊپ

ڊاءِ ۾ رک رکاءَ جي سرڪار کي تنبيهہ ڪندي چيو: "اوهين ڇا ٻہ ڪيو پر آزادي جي مشعل کي اُجهائي نہ سگهندؤ."

ڪرتار ۽ سندس ساٿي ڪورٽ ۾ وڏي واڪ ان لاءِ ڳالهائيندا هئا تہ نہ رڳو مٿي انصاف جي ڪرسين تي تاقيل همراهہ ٻڌن پر سندن پين ساٿين جي هينئڙن کي بہ ڏڍ ملي. انهي سڄي ڪاروائي کي سرڪار مخفي رکڻ لاءِ وسان ڪونہ گهٽايو. ان حد تائين جو ڪورٽ ۾ ڪنهن بہ اوپري آدميءَ کي تہ ڇڏيو پر مِٽن مائٽن کي بہ ملڻ جي اجازت ڪونہ هئي. جيڪڏهن ڪا خبر اخبار ۾ ڇپبي هئي تہ سرڪاري سينسر مان گهڙجي ٻاهر ايندي هئي. ان هوندي بہ انقلابين کي پڪو ويساهہ هو تہ ڪوڙ ۽ ڪپٽ جي هن رچايل سانگ جي ديس واسين کي نيٺ تہ سڌ پوندي، پوءِ اسان جيئرا رهون يا نہ رهون!

نوجوان سرڀا جي من موهيندڙ تقرير کي انصاف جي ڪرسين تي ويٺل منصف بت بڻيا غور سان ٻڌندا رهيا پر جڏهن چرڪ ڀري سجاڳ ٿيا تہ پڇيائون "تون پنهنجي اِن جوڪراٽي تقرير جو نتيجو سمجهين ٿو تہ ڇا ٿيندو؟" ڪرتار ڳنڀيرتا سان وراڻيو، "ڦاهي، موت ۾ فقط موت!" ججن سمجهيو تہ جوش ۾ جذبي جي وهڪري ۾ لڙهندي هيءُ نوجوان الائي ڇا جو ڇا چئي وڃي پار پيو آهي، تنهنڪري ڪيس سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ مهلت ڏئي سندس بيان ايندڙ ڏينهن تي قلمبند ڪرڻ لاءِ چيو ويو. ٻئي ڏينهن تي بہ ڪرتار جو ساڳيو بيان هو ۾ وَرَ وَرَ ڪري چوڻ لڳو تہ "مون ڪو بہ پاپ نہ ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ غلام جو موروثي حق آهي تہ مٿس ٿيندڙ ڏاڍ ڌڪاءُ، دهشتگردي ۽ پرماريت خلاف سينو تاڻي تيستائين جدوجهد ڪري جيستائين آزاديءَ جو ماڳ نہ ٿو ماڻي." آخرڪار هن جو بيان قلمبند ڪيو ويو ۽ سندس ساٿين بہ صحيحون ڪيون.

آخري فتوي ڏيڻ لاءِ ڪورٽ جي شنوائي اڻ ڄاڻايل مدي تائين ملتوي ڪئي وئي. انقلابين کي بنديخاني ۾ آرهڙ جي تتل ڏينهن ۾ هٿڪڙيون ۽ ڏنبا ٻيڙيون هڻي بند ڪيو ويندو هو. اها ويڌن لڳاتار ٻہ مهينا هلندي رهي.

نيٺ 13 سيپٽمبر تي مڙني کي آخري پيرو بيرڪ نمبر 16 ۾ آندو ويو ۽ خاص ٽربيونل پنهنجي فتوي ڏني:

24 ڄڻن کي ڦاسيءَ جي سزا ٻڌائي وئي. ملڪيت ضبط ڪرڻ جو پڻ حڪم جاري ڪيو ويو. ڦاسي پائيندڙن ۾ هئا: ڪرتار سنگهه سرپا (لڌيانه)، جڳت سنگهه (لاهور)، هرنام سنگهه (سيالڪوٽ)، پنگلي (مهاراشٽر)، بخشيش ستنگهه (امرتسر)، سوهن سنگهه (امرتسر) ۽ ٻيو به هڪ سورن سنگهه هو. ان کانسواءِ سورن سنگهه بکنا (امرتسر)، ڪيسر سنگهه (امرتسر)، ناڻن سنگهه (فيروزپور)، پرمانند (جهانسي)، جڳت رام (هوشيارپور)، هرنام سنگهه (هوشيارپور)، پرٿوي سنگهه (امبالا)، نند سنگهه (لڌيانه) ۽ ٻيا به ساڳي سزا ۾ شامل هئا.

جن 26 ڄڻن کي عمر قيد ۽ سندن مال ملڪيت ضبط ڪرڻ جي سزا ڏني وئي سي هئا: جوالا سنگهه (امرتسر)، واسکا سنگهه (امرتسر)، اروڙ سنگهه (فيروزپور)، اڏام سنگهه (امرتسر). ان کانسواءِ هيٺين همراهن کي ڪابل ۾ ماريو ويو: گرمک سنگهه (لڌيانه)، شير سنگهه (امرتسر) ۽ مدن سنگهه گاگا (لاهور) .

ڇهن ڄڻن کي مختلف سزائون ڏنيون ويون ۽ باقي جيڪي آزاد ٿيا تن کي ٿڏي تي ئي گرفتار ڪيو ويو. پيهر گرفتار ٿيلن کي وري سزائون ڏنيون ويون پر بابا گوجر سنگهه کي عمر قيد جي سزا ڏني وئي.

پندرهن اهڙن نردوشن (بي گناهن) کي سوليءَ تي لٽڪايو ويو جن کي وطن جي ڌرتيءَ تي پير رکندي ئي پڪڙيو ويو هو. انهن منجهان ٽن ڄڻن کي هڪ سپاهيءَ جي قتل ۾ جوابدار بڻايو ويو. انهي فيصلي خلاف جوابدارن کي ڪنهن به عدالت ۾ اپيل ڪرڻ جو حق ڪونه هو ۽ رڳو رحم جي عرضداشت ڪرڻ جي اجازت هئي جيڪا ٽن ڄڻن ڪئي.

جنهن ڏينهن انقلابين کي سوريءَ سينگار ڪرڻ جوَ ڏهاڙو مقرر ٿيو ان ڏينهن سندن ڪولين آڏو پاٽيءَ پريل بالٽيون رکيون ويون. انقلابي وهنجي سهنجي، اڇا اجرا ڪپڙا پهري ڏٽيءَ در دعاگو ٿيا ۽ هر هڪ جي مرضي هئي ته کيس اڳ ۾ ڦاهيءَ لٽڪايو وڃي. هن مهل

تائين جيڪي بہ مِٽ مائٽ ۽ دوست ساڻن آخري ملاقات لاءِ آيا هئا تن کي چوندا رهيا "اهو آدمي ڪيڏو نہ اتم ۽ اعليٰ آهي جيڪو ديس مٿان پاڻ کي گهور ڪري ٿو." اهي سورما، اڄ انهي پليدان ڏيڻ لاءِ نهي نڪي آيا هئا پر سندن سموري سنبت آڌوري رهجي وئي، ڇو تہ پنيرڪي ڏاري جيل سپرنٽينڊنٽ اچي ٻڌايو تہ هينئر ڪين سوريءَ تي چاڙهڻ جو عمل ملتوي ڪيو ويو آهي.

هونئن بہ انهن ڏهاڙن ۾ پنجاب جو ڪرتا ڌرتا جنرل ڊائر جهڙو پاپي ۽ بي رحم انسان هو تہ ٻئي پاسي ڏيهي ٻچ لٽڪائو بہ پنهنجن ديس واسين خلاف ڏاڍ ۽ ڌڪاءَ ۾ سرڪار سان ڀاڱي ڀائيوار هئا. انهن ديس دروهين ۾ سر سندر سنگهہ، سردار بهادر گجن سنگهہ جهڙن سرڪاري ڪارندن تہ ائين چوڻ کان بہ ڪونہ ڪيٻايو تہ "انهن باغين تہ سک برادري جي انگريز سرڪار سان شڪ شبهي کان بہ بالاتر وفاداريءَ کي هاڃيڪار ڇيهو رسايو آهي ۽ ان لاءِ چڱو ائين ٿيندو تہ اهڙن آدمين کي ڀائپيءَ منجهان ئي نيڪالي ڏيڻ گهرجي ڇو تہ اهڙن باغين کي سک سڏيندي اسان کي شرم اچي ٿو!" پر ديس جي عام رهواسيءَ انهيءَ ظلم ۽ ڏاڍائي واري هلت کي نہ رڳو سختيءَ سان نِنديو پر مطالبو ڪيو تہ سيني قيدين تي کُليل عدالتن ۾ ڪيس هلايو وڃي جيئن هر هڪ شهري آزاديءَ سان ڏسي ۽ سڻي سگهي. سرڪار انهيءَ گهُر کان سخت هراسجي پئي ۽ تڙ تڪڙ ۾ 17 ڄڻن جي ڦاسيءَ جي سزا گهٽائي جنب ٽيپ بحال ڪئي.

ان هوندي بہ سينٽرل جيل لاهور مٿان ڏک ۽ غم جي ڇانئيل وايومنڊل ۾ گهٽتائي ڪانہ آئي، ڇو تہ جنهن ڏهاڙي ڪرتار سنگهہ سريا کي سوليءَ سينگار ٻڌايو ويو اهو ڏهاڙو جيل جي عام قيديءَ بہ ڳوڙها ڳاڙيندي گذاريو.

19 نومبر 1915ع تي ساجهر سوبل ڪرتار سنگهہ ۽ سندس ساٿين کي آخري ماڳ تي رسائڻ لاءِ آندو پئي ويو تہ سيني جي مهاندن تي اهڙي ڄاتل سڃاتل مرڪ هئي جيڪا ظاهر ڪري رهي هئي تہ سچو ڪرانتڪاري (انقلابي) ڪهڙي بہ اوکي ويل جي آزمائش مان

کھڙي نموني هيج سان اُکري پار پوندو آهي. انهي گھڙي به سرڪاري ڪارندن ڪرتار کي اچي پاسو ڏنو ۽ چيو ته "پاڻ سان گڏ ساٿين جا سر چوٿو ويچائين؟ جيڪڏهن تون رحم جي درخواست لکندين ته پيا به بچي ويندا." ڪرتار وراڻيو "مون کي جيئڻ لاءِ هيءَ حياتي هڪ پيرو ملي آهي پر جيڪڏهن مون کي ڪيترا به جنم مليا ته به هن ديس مٿان ڦلهار ڪندس."

پنڊت رام پوءِ سدائين پيو جهونگاريندو هو: "غدر پارٽي جي سورمن کي ڦاهيون ۽ ڦندا پنهنجي اَٽل ارادن کان روڪي نه سگهندا. سوين سلام آهن توتي اي شهيد ڪرتار، جڏهن به انقلابي ويڙهه ڪندا ته تنهنجي سورهيائپ کي سدائين ياد رکندا."

انقلابين تي مقدما خاص ٽربيونل ۾ "هندوستان جي بچاءَ واري قانون" تحت هلايا ويا. پنجاب، يو- پي، بنگال ۽ برما ۾ 28 انقلابين کي ڦاهيءَ چاڙهيو ويو ۽ گهڻ همراهن کي جنم ٽيپ ڏني وئي. ڊاڪٽر هرنام سنگهه ۽ سوهن لال پاٺڪ کي ٻين چئن ساٿين سان گڏ مانڊلي سازش (Mondaly Conspiracy Case) ۾ ڦاهيءَ چاڙهيو ويو. ان کانسواءِ هردت سنگهه، ڪپور سنگهه، وير سنگهه ۽ ڪوڙ ٻين همراهن کي عمر قيد جي سزا ڏني وئي. سوهن لال کي ڳچيءَ ۾ رسو وجهندي وقت به چيو ويو ته هو رحم جي اپيل ڪري ته وراڻيائين "ظلم، ڏاڍ، انياءُ ۽ انڌير سيئي اوهان جا پڳ مٽ يار آهن، ان لاءِ چڱو ائين ٿيندو ته توهان جهڙا پاپي اسان جي اڳيان سيس نِوائين."

فوجي ۽ غير فوجي عدالتن منجهه ڏيکاءَ واسطي تڙ تڪڙ ۾ ڪارروايون اُڪلائي انقلابي گوريلن کي ڦاهين چاڙهڻ جو وهنوار جاري رهيو. اهڙي ريت سينٽرل جيل لاهور ۾ ٽيهارو ڄڻن کي هڪ ٻئي پٺيان ستت ئي ڦاهيون ڏنيون ويون ۽ لاش به وارثن جي حوالي ڪونه ڪيا ويا. انهن ڦاهي چڙهندڙن ۾ ڪانشي رام به هڪ هو.

غدر پارٽي ڪئناڊا جي اڳواڻ بلونت سنگهه گرنٿيءَ کي سنگاپور ۾ ڦاسي ڏني وئي ۽ ڊاڪٽر مٿرا سنگهه کي مشهد (ايران) جي برطانوي سفارتخاني ۾ ڦاهيءَ چاڙهيو ويو.

سر مائيڪل اوڊائر پنهنجي ڪتاب ”هندوستان جيئن مون ڏٺو“ ۾ لکي ٿو: ”175 جوابدارن کي خاص ٽربيونل ۾ سازش ڪرڻ جي تهمت هيٺ آندو ويو ۽ پوءِ بہ مٿن ڪيترائي ڏوهہ مڙهيا ويا. 38 ڄڻن کي ڦاسيءَ جي سزا ڏني وئي. (پوءِ 28 ڄڻن جي سزا جنم ٽيپ ۾ ڦيرائي وئي) ۽ ٻين 58 ڄڻن کي عمر قيد جي سزا ٻڌائي وئي ۽ باقي 58 همراهن کي ننڍيون سزائون ڏنيون ويون يا جلاوطن ڪيو ويو.“

130 بلوچ رجمنٽ جنوريءَ جي پڇاڙيءَ ۾ بغاوت ڪئي پر سرڪار کي اڳ ۾ ئي ڪڙڪ پئجي وئي، جنهن ڪري حرفت سان قبضو ڪري وئي. 20 فيبروري 1915ع تي جيئن اٿل جو اعلان ٿيو تہ 5_ انفنٽري وارن سنگاپور جي قلعي تي قبضو ڪري ورتو جنهن کي انگريزن، جپانين ۽ روسين جي مدد سان مس مس وڃي خالي ڪرايو. انهيءَ ويڙهاند ۾ سوين ماڻهو گولين جو کاڄ ٿيا.

سرڪار پنهنجي ڀرم ۽ شرم کي لڪائڻ واسطي عدالتي ڪارروائين ۽ ڪورٽ مارشل وسيلي ڪيترن سپاهين کي ميرٺ ۾ گوليون هڻي مارايو ۽ 7-راجپوت رجمينٽ جي ڪيترن نوجوانن کي دهليءَ ۾ ڦاسي ڏني وئي. ان کانسواءِ 23-رسالي جا ٻارهن سپاهي حوالدار لڇمڻ سنگهہ سان گڏ امبالا ۾ ڦاهي چاڙهيا ويا. ساڳئي رسالي جي نوجوانن ۾ هڪ مسلمان سپاهي عبدالله بہ هو. سرڪاري چاڙتن ڪيس پاسيرو وٺي وڃي چيو تہ ”تون پنهنجن ڪافر ساٿين تي سلطاني گواهہ ٿيءُ تہ تنهنجي جند آزاد ٿيندي!“... پر هن عظيم محب وطن وراڻيو: ”آءٌ اهڙي ڪڌي ڪم ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ کان مرڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏيندس...“ ۽ پنهنجن ساٿين ڏي اشارو ڪري چيائين تہ ”هي اهي انمول انسان آهن جن سان گڏجي موت جي چاڙهي چڙهڻ کان پوءِ مون لاءِ بهشت جا دروازا کلي پوندا.“ *

---

* 1916ع ۾ ٻيا همراهہ بہ ڦاسيءَ تي چاڙهيا ويا هئا:
نرجڻ سنگهہ، پهلارام ۽ پال سنگهہ.

ٻارهن ڄڻا 23 _ رسالي جا امبالا جيل ۾ ڦاهيءَ چاڙهيا ويا: 1. عبدالله 2. لڇمڻ سنگهہ 3. ٻوٽا سنگهہ 4. اندر سنگهہ 5. ٻڍا سنگهہ 6. اندر سنگهہ ٻيو بہ ◀◀

اهو انقلاب عارضي طور ماڳ ماٺي نہ سگهيو جنهن جي نتيجي ۾ پنجاب جو گهڻو حصو رت جي درياهہ ۾ تڙڳي رهيو هو. ڳاٽاتي کان متي ماٺهو ڦاسيءَ چاڙهيا ويا ۽ گولين جو بک بڻايا ويا. انهن گهوٽن اڻ موٽن سورهيہ سورمن وانگر سر پليدان کيا پر کين ياد ڪرڻ وارا نالي ماتر ملندا. جڏهن تہ ان زماني ۾ هندستان جا قومي اڳواڻ "انگريز جي پاڇي هيٺ لوڪل/مقامي سرڪار" جي گهر ڪري رهيا هئا تہ ان سمي اهي غدر پارٽي جا سورما هئا جن مڪمل سوراج (آزادي) جو نعرو بلند ڪيو هو.

جيتوڻيڪ اها هلچل ۰ ت جي درياهہ ۾ ٻڏي وئي پر انقلابين جي دڪايل دونهين اڃا دکي پئي ـ سين پيو وسهڻ ۾ اچي تہ اڄ بہ اسان جا اهي سورما ڦاسي گهاٽن جي چوڌاري طواف پيا ڪن ۽ شاعر باٿرن جي لفظن ۾ جڻ جهونگارين پيا:

"آزاديءَ جو جهنڊو ڦاٽڻ ڪانپوءِ بہ ڦڙڪي پيو. درياهہ جي موج مستي هوا جي رنڊڪ سان ماڳهين اٿلندي آهي."

◀◀ 7. موتيا سنگهہ 8. پڳت سنگهہ 9. گوجر سنگهہ 10. چيٺا سنگهہ 11. تارا سنگهہ 12. واڌوا سنگهہ. اهي هڙيئي همراهہ گهڻو تڻو لاهور ۽ امرتسر جا رهواسي هئا.

28ـ ڄڻن جو هيٺيون جٿو لاهور جيل ۾ ڦاهيءَ چاڙهيو ويو: 1. بلونت سنگهہ 2. وير سنگهہ 3. ارجن سنگهہ 4. آتم سنگهہ 5. ايسر سنگهہ 6. رانگا سنگهہ 7. اروڙ سنگهہ 8. ڏيان سنگهہ 9. چندا سنگهہ 10. جوان سنگهہ 11. ڏيان سنگهہ 12. جڳت سنگهہ 13. جوان سنگهہ 14. راڙ سنگهہ 15. آتما سنگهہ 16. بنتا سنگهہ 17. هرنام سنگهہ 18. ڪالا سنگهہ 19. چندن سنگهہ 20. پريم سنگهہ 21. مولوي عبيدالله 22. سيد رحمت علي 23. گنڊا سنگهہ 24. اندر سنگهہ 25. ٻوٽا سنگهہ 26. جيوڻ سنگهہ 27. رام راکا ۽ 28. ٻوٽا سنگهہ.

هيٺين انقلابين کي پهرين ڦاسيءَ جي سزا ٻڌائي پوءِ جنم ٽيپ بحال ڪئي وئي: 1. هردي سنگهہ 2. رام سرن (ڪپور ٿلہ) 3. آليا سنگهہ (لڌيانہ) 4. خوشحال سنگهہ 5. واسوا سنگهہ 6. ڪالا سنگهہ (هڙيئي امرتسر جا رهواسي) ۽ 7. ساوڻ سنگهہ 8. بلونت سنگهہ 9. ڀائي پرمانند.

ان ڪانسواءِ هيٺين کي عمر قيد جي سزا ڏني وئي: 1. اندر سنگهہ 2. پيشڻ سنگهہ 3. هزارا سنگهہ 4. منگل سنگهہ 5. پيشڻ سنگهہ 6. چوهڙ سنگهہ 7. پان سنگهہ 8. روڙا سنگهہ 9. اندر سنگهہ 10 ڪالا سنگهہ 11. گردت سنگهہ 12. پيارا سنگهہ 13. ديوان سنگهہ 14. ڪرپال سنگهہ 15. ڪڙڪ سنگهہ 16. اندر سنگهہ 17. لالا سنگهہ 18. ڪيهر سنگهہ 19. جوان سنگهہ.

# انڊيمان

10-ڊسمبر 1915ع تي، 8 -ڄڻن کي هٿ ڪڙيون ۽ ڏنڊا بيڙيون هڻي "مهاراجا" نالي هڪ جهاز رستي انڊيمان ٻيٽ ڏانهن اماڻيو ويو. انهن قيدين ۾ گهڻو انگ اهڙن قيدين جو هو جيڪي 20 کان 60 ورهين جي پيٽي ۾ هئا. هونئن قانون موجب چاليهه ورهيه يا ان کان مٿي ڄمار وارا قيدي جلاوطن ڪري نٿا سگهجن پر چوٽي آهي "نڌڻڪا گهوڙا غيباڻا هسوار!" سو ساڳئي ريت لاهور سازش ڪيس وارن جو به ڪو اوهي واهي ڪونه هو ۽ انهن قيدين جي ڪارڊ تي "خطرناڪ" جو لفظ به درج ڪيو ويو.

جيل جي دروازي وٽ ڪين يليڪار ڪرڻ لاءِ اڳ ۾ ئي جيلر هڪيو تڪيو بيٺو هو. هُو انهن ابوجهه قيدين کي چتائي ڏسي رهيو هو جن کي ويهه ورهيه باندي تي گذارڻو هو. نيٺ جيلر هيٺ کان مٿي ڏسندي ڦونڊ ۾ پرجي چيو: "راج والا لوگ! راج مانگتا هي؟ راج نهين، ڪولو دي گا!" (راج ڪرڻ گهرو ٿا؟ راج نه پر گهاڻي ۾ گهمائيندو سانو"). ٿڪل ۽ بيزار قيدي ڀهريائين جيلر کي مُرڪي گهورڻ لڳا ۽ پوءِ اچي اجهل ٿهڪن ۾ ڇتڪيا. ننڍي ٻيٽ جو بي تاج بادشاهه جيلر بيري (Barry) پنهنجي هيئن بيعزتي ٿيندو ڏسي ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو تي ويو. سنڌس منهن تامڻي هڻي ويو ۽ دل ۾ ويچار ڪرڻ لڳو ته هند سرڪار هنن خطرناڪ قيدين کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ ۾ حق بجانب آهي. مان به هِت هڪ هڪ قيديءَ کي سخت سيڪت ڏيندس.

انڊيمان ۾ ته ماڙ جيل ۾ ستن بلاڪن جي 740 ڪولين ۾ قيدين کي ورهايو ويو. قيدين کي هونئن ڇڱي ريت پروڙ هئي ته انڊيمان جو ٻيو نالو جيئرو دوزخ آهي، ان ڪري پاڻ ۾ اقرار ڪيائون ته پوئتي

ورڻ لاءِ جدوجهد به ڪبي ۽ ههڙين حالتن جو مڙس ماڻهو ٿي مقابلو به ڪيو ويندو.

پهرين ڏينهن ڪنهن به قيديءَ گهاڻي ۾ ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. جيلر مرڪندي چيو: ”تہ پوءِ ڪٽي سولو ڪم ڪيو!“ ۽ کين سوا پاءُ ناريل جو ڪاٻر ڏئي حڪم ڏنائين تہ ان جا ڏاڳا ڏار ڪيو. جيلر کي چڱي ريت ڄاڻ هئي تہ اهي مغرور قيدي اهڙو ڪم ڪونہ ڪري سگهندا ۽ ٿيو بہ ائين جنهن ڪري جهانسيءَ جي پرمانند کي پُڇا ڳاڇا لاءِ گهرايو ويو. جڏهن جيلر کانئس ڪم نہ ڪرڻ جو سبب پڇيو تہ هو موٽ ۾ رڳو مرڪندو رهيو. انهيءَ مرڪ جيلر کي مورڳو آپي مان ڪڍي ڇڏيو ۽ اڳيان بيٺل پرمانند کي ٻر ڪري لَت وهائي ڪڍيائين. هوڏانهن پرمانند لت جو ڌڪ پچائي وٺ کائي موٽ ۾ جيلر کي زور سان لت هڻي ڪڍي. پوءِ تہ جيل جي ٻئي عملي مٿس حملو ڪري ڌنو ۽ رتوڇاڻ ڪري ڇڏيائونس ۽ مرڻينگ حالت ۾ کيس جيل جي اسپتال ۾ وڃي ڦٽو ڪيائون.

ٻئي ڏينهن جڏهن ساٿي قيدي پرمانند کي ڏسڻ ويا تہ هو سڄو رت ۾ وهنتو پيو هو. اوچتو سپاهين جو اٽالو اچي لٿو جن پرمانند کي پيهر مارڪٽ ڪئي. انهيءَ سڄي ڪارروائي پويان جيل سپرنٽينڊنٽ مري (Murry) جو هٿ هئو تہ جيئن قيدين کي سُڌاري سگهجي.

اهڙي ڏاڍائيءَ جي ڪري پرمانند جي سيني ساٿين هر حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو. انهيءَ وچ ۾ انڊيمان جو چيف ڪمشنر دورو ڪرڻ آيو جنهن انقلابين کي ڌمڪي ڏني تہ جيڪڏهن توهان ”جيل جي قاعدن جي پيچڪڙي ڪئي تہ توهان جا هڏ گڏ پيچي ڇڏينداسون.“ ارڏن ۽ اربيلن قيدين تہ آيل ڪاموري کي ماڳهين ڪنگهيو بہ ڪونہ، جنهن ڪري هو هر هڪ جي رڪارڊ تي لکي ويو ”ڇهہ مهينا اڪيلائيءَ جو قيد، هڪ ويلو مانيءَ بند ۽ هڪ هفتو هٿڪڙيون هڻي اُڀ ڪيرو بيهاريو وڃي.“ انهي نئين فرمان جي نتيجي ۾ نئين سِر جنگ جو آرنڀ ٿي ويو.

اهي ڦهري ڪاروايون هليون پئي ته وري غدر پارٽيءَ جا پيا جٿا به انڊيمان پهچڻ لڳا ۽ ساٿين جي جدوجهد ۾ شامل ٿيندا پئي ويا. هڪ پاسي جيلر بيري ۽ سپرنٽينڊنٽ ظلم ۽ تشدد جي انتها ڪري چڪا هئا ته ٻئي پاسي انقلابي به سيس نوائڻ کان نابري واري ويٺا هئا. آخر قيدين ڪاڏو واپرائڻ بند ڪيو. بيمارن تپاس ۽ علاج کان جواب ڏنو ۽ ڪيترن قيدين ته پاڻي پيئڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيو. واسڪا سنگهه جنهن کي پنهنجا ساٿي ساڌو ۽ سنت سمجهندا هئا، ان به ههڙي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ کان تنگ ٿي هڪ ڏينهن جلاد جي نالي سان شعر ٺاهي ورتو. هاڻي ته هندوستان ۾ انقلابين جي مڙسان مڙسيءَ واري مهاڏي اٽڪائڻ جون خبرون به وڃي رسيون، جنهن جنتا ۾ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جي اٿل آڻي ڇڏي.

سرڪاري صاحبن کي جڏهن دهليءَ ۾ پنهنجن گُرگن بيري ۽ مري جي ڪڌن ڪرتوتن جي سڌ پئي ته انقلابين کي "بگهڙن جو ٽولو" چئي هنبوڇيون هڻڻ لڳا ۽ هيڏي ساري مامري کي لئي مٽي ڪري ڇڏيائون.

انڊيمان ۾ ڦهري ڪاروايون ڏينهون ڏينهن وڌي رهيون هيون. آچر ڏينهن عام موڪل هئڻ باوجود قيدين کان زوري ڪم ورتو ويندو هو ۽ انڪار ڪرڻ تي سخت سزا ڏني ويندي هئي. جيڪڏهن ڪو به قيدي جيل جي ڪنهن به ملازم جي شڪايت ڪندو هو ته ان تهمت کي بي بنياد سمجهي قيديءَ جي ڪل لاهڻ ۾ دير نه ڪئي ويندي هئي. صفائي سترائي لاءِ ديسي شيون ڪتب آڻڻ کي به قانون جي ڀڃڪڙي شمار ڪيو ويندو هو. اهڙي طرح ڪنهن معمولي ڏوهه لاءِ ڌار ڌار سزائون رکيل هيون. جهڙوڪ: هٿ ڪڙيون، ڪاٺ چاڙهڻ، ڳوٺين جا ڪپڙا پارائڻ، اڪيلائيءَ جو قيد ۽ ڪڏهن ته مورڳو ٽي ڀتو (ماني) پاڻي به بند ڪيو ويندو هو. اتي ٽي هڪ قيدي اشوتالا هري سخت پورهيو نه ڪري سگهيو جنهن ڪري ڪيس هڪ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري اينترو ته ماريو ويو جو هو مرڻ ڪنڌي تي اچي پهتو. ان هوندي به انهيءَ دوزخ جي جر ۾ هر هڪ انقلابي مقابلي لاءِ اٿل ٻيٺو رهيو.

آخرڪار اهڙي ظلم جو پهريون شڪار 60 سالن جو پوڙهو پان سنگهه ٿيو، جنهن کي لڳاتار ٻه ڏينهن ماريو ويو. ڪيترائي گهوٽ اڻ موٽ ان جبر ۽ ڏاڍ جو ٻڪ ٿي ويا. آزاديءَ جي انهيءَ راهه ۾ مارجي ويلن ۾ ٻيڊا سنگهه، رام لکن، راليا سنگهه، نند سنگهه، ڪيهر سنگهه، ناٿا سنگهه ۽ راڙ سنگهه شامل هئا. اڄ جا نوجوان شايد انهن سورهين کي وساري ويٺا آهن، جيڪي سدائين ظلم جي خلاف سينو تاڻي بيٺا رهيا.

اهڙين حالتن ۾ چار ورهيه لنگهي ويا. ٻه ٽي گهمرا سوهن سنگهه ڀکنا ٻه ڀک هڙتال ڪئي. پرٿوي سنگهه ٻه 155 ڏهاڙا ڀک هڙتال ڪئي ۽ موٽ ۾ ڪيس ويهه مهينا اڪيلائيءَ جي قيد جي سزا ڀوڳڻي پئي. جوالا سنگهه کي گهڻي وقت تائين هڪ ڀڪيءَ جيان پڃري ۾ واڙيو ويو. اروڙ سنگهه کي ڪيترائي ڏهاڙا هٿڪڙيون هڻي پيرن ڀر بيهاريو ويو. ان ڪانسواءِ نوجوان گرمک سنگهه جي ٻت تي ايترا ڏنڀ ڏنا ويا جو سندس جسم چٽڪمرو ٿي پيو. پوءِ به هن همراهه سِر نه جهڪايو. هر هڪ قيديءَ سان هيل تائين جيڪي به عقوبتون ڪيون ويون هيون انهن مان ڪيتريون ته اڄ به هڪ راز آهن. اهو هيڏو سارو جبر انقلابين جي حوصلن کي لوڏي نه سگهيو بلڪ اهي انهيءَ باهه جي آڙاهه ۾ ڪُندن جيان جرڪي رهيا هئا ۽ سندن مضبوط حوصلن ۾ اڃا به واڌارو ٿي رهيو هو.

انڊيمان ۾ ٻيا قيدي اهو ڦهر ۽ ڪلور اکين سان ڏسندا هئا ته کين اچرج لڳندو هو ته هي مُٺ جيترا پسون ڪيئن نه دهشتگردي ۽ جبر جو اٽل ارادن سان نه رڳو مقابلو ڪري رهيا آهن، پر هتان جي ڪاسائي صفت ڪامورن جي نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو اٿن.

آخر پرهه ڦُٽڻ جا آثار نمودار ٿيا. ٿيو هيئن جو ڪجهه پنجابي سپاهين وسيلي هن ڦهري روئداد جي خبر هندوستان ۾ وڃي پهتي. پوءِ ته ڪاوڙ ڪروڌ جو هڪ لاوا اُبڙي پيو ۽ نيٺ عوامي دٻاءُ هيٺ انگريز سرڪار انڊيمان جو ڪارو جيل بند ڪرڻ تي مجبور ٿي.

جولاءِ 1921ع ۾ ساٺيهه کان ڏور سانگيئڙا پنهنجي ڏيهه ڏانهن

واپس ورڻ لڳا. انقلابي قيدي جهاز ۾ چڙهڻ ڪانپوءِ ور ور ڏٺي سوراخن منجهان وطن کي ڏسڻ لاءِ پيا واجهائيندا هئا ۽ ڪڏهن ته ساٿيهه جي سڪ ۽ حب وچان انقلابيين جي اکين منجهان آجهل لڙڪ وهي پوندا هئا. هر ويل ويچار ۾ پئجي ويندا هئا ته اهو ياڳيريو ڏهاڙو ڪڏهن ايندو جڏهن هو ديس جي ڌرتي کي وجي مِنيون ڏيندا. رهيل کهيل قيدي ته انڊيمان ڇڏي وطن وري رهيا هيا پر موت ۾ بليدان طور پنهنجن انن ساٿين جي رک انڊيمان ۾ ڇڏيو پئي آيا.



# انقلابي ڪڏهن بہ جهور نہ ٿيندو آهي!

قيدين کي موٽائي هندوستان آندو ويو. پر سرڪار سيني کي هڪ جاءِ تي رکڻ ۾ ڊڄي رهي هئي. ان ڪري انقلابين کي هزاري باغ، يارادا، ناگپور، ويلور ۽ ڪئمبتور جي قيدخانن ۾ ڇڙوڇڙ ڪري رکيو ويو.

هڪ جيل کان ٻئي جيل ڏي اماڻڻ جي وچ ۾ پرٿوي سنگهہ ۽ گرمک سنگهہ هلندڙ ريل گاڏيءَ منجهان ٽپو ڏئي کسڪي ويا. ان کانسواءِ واسڪا سنگهہ سميت پندرهن ڄڻن کي مهاڀاري جنگ ختم ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ عام معافيءَ جي ڏنل رعايت تحت آزاد ڪيو ويو.

هندوستان جي جيلن ۾ انقلابين جي هلچل ختم ڪانہ ٿي هئي. ڪئمبتور جي جيل ۾ موپلن کي اهڙي طرح ظلم ۽ تشدد جو نشانو بڻايو ويندو جو وار ڪانڊارجي ويندا هئا. روزانو لسڙات ۽ ڳيرن کي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويندو هو ۽ ڪيترا معصوم ۽ ابهم ٻار مانيءَ ڳيي لاءِ بہ جيل ۾ ليلائيندا هئا. اهو انياءُ ڏسي اکين ۾ پاڻيءَ بدران ڇڻ رت وهندو هو. اٿين هڪ ڏينهن بابا جوالا سنگهہ پنهنجي راشن جو ڪجهہ حصو انهن ٻڪايل کي ڏنو ۽ ڪنهن چغل خور ڪامورن کي خبر ڏني تہ کيس سزا طور 30 ڦٽڪا هنيا ويا.

يارادا جيل ۾ انقلابين گُهر ڪئي تہ سک مسلڪ رکندڙن کي پڳڙيون پائڻ جي اجازت ڏني وڃي. سرڪار جي انڪار تي بک هڙتال شروع ٿي وئي. انهي ڇڪتاڻ جي نتيجي ۾ ضد جي ڪري بابا سوهن سنگهہ بکنا 1929 ۾ جڳ مشهور بک هڙتال جو لاهور جيل ۾ اعلان ڪيو. ساڳئي جيل ۾ ڀڳت سنگهہ (اسيمبليءَ ۾ بم رکڻ وارو انقلابي) بہ هو جنهن بابا سوهن سنگهہ کي چيو "توهان پوڙها ۽ نبل ٿي ويا آهيو ان ڪري بک هڙتال نہ ڪيو." سوهن سنگهہ کيس وراڻيو تہ "انسان

جسماني طور جُھور ٿي سگھي ٿو پر ذهني طور نه ٿي سگھندو آهي."
انهي اٽل ارادي سان هن لڳاتار پنجيتاليهه ڏهاڙا بک هڙتال ڪئي.

ڏسندي ڏسندي ڪيترائي ورهيه لنگھي ويا ۽ انقلابين جي سزا به پوري ٿي وئي پر سرڪار کين آزاد ڪرڻ کان پڙ ڪيڏي بيٺي، ڇو ته سرڪاري راءِ موجب انهن قيدين منجهان اجا تائين ڪوڙ سارا "اڙينگ ۽ اڻ سڌريل" هئا. سوهن سنگهه بکنا ڪنڌ جهڪائڻ ۽ منٿ ڪرڻ جي ابتڙ وڏي واڪي چيو "هاٺي مان هنن اونداهين ڪوٺين ۾ هڪ پل به نه گهاريندس." انهيءَ ويل مرڻ ورت ڪٽي رکيائين. ٽي مهينا گذرڻ کانپوءِ نيٺ هٺ ۽ وڏائيءَ جو ڳاٽو ڀڳو ۽ سرڪار کيس بنا ڪنهن شرط شروط جي 1930ع ۾ آزاد ڪيو.

سوهن سنگهه ٻاهر اچڻ کانپوءِ ڪانگريس جي هلچل ۾ شامل ٿيو ۽ وري جيل حوالي ٿيو. جيئن ئي کيس وري جيل مان ڇوٽڪارو مليو ته هو پنهنجن پراڻن ساٿين ۽ سيني سياسي قيدين جي آزاديءَ لاءِ رات ڏينهن ڪم ڪرڻ لڳو. ساڳئي وقت جيل ۾ نند سنگهه ۽ چوهڙ سنگهه به مرڻ ورت رکيو ۽ نيٺ سندن محنتون صاب پيون پر چوهڙ سنگهه آزاد ٿيڻ کانپوءِ سُتت ئي گذاري ويو. هي سورهيه سورما 20 ورهين جا عذاب ڪاٽڻ کانپوءِ آزاد ٿيا. اونداهين ڪوٺين ۾ لڳاتار گهاريندي سندن صحت کي اڏوهي لڳي وئي هئي. ان هوندي به سيني انقلابين جا جذبا هميشه جيان جوان هئا.

پر سمورا انقلابي جنهن نئين جڳت ۾ پير پائڻ وارا هئا ان جا طور طريقا، رستا ۽ رند نوان هئا. هي اهو زمانو هو جنهن ۾ هڪ پاسي سول نافرمانيءَ جي تحريڪ زور ورتو ته ٻئي پاسي اڪالي هلچل ۽ ڪميونسٽ پارٽي به اثر ڏيکارڻ لڳي. اهو ساڳيو ئي دور ڪانپور ۽ ميرٺ سازش ڪيسن جو ۽ ڪرتي ڪسان پارٽيءَ جو هو. اهو حقيقت ۾ ٻي وڏي سول نافرماني جو دور هو جنهن پورهيتن، ڪڙمين، شاگردن ۽ سياسي ڪارڪنن ۾ وڏي جاڳرتا آندي.

روس ۾ پورهيت انقلاب اچڻ سبب ماسڪو مورڳو سڄي سنسار جي انقلابين لاءِ زيارت گاهه بڻجي پيو. آمريڪا جي غدر

پارٽيءَ وارن بہ پنهنجو خاطو نمائندو پورهيتن جي پهرين راڄ ڏانهن اماڻيو. انهي شانائتي سماج وادي انقلاب هڪ نئين ۽ جوان جماڻ سيپتا جو جڙ تہ پيڙهہ پٽر رکيو هو ۽ آمريڪي طرز جي سرمائيدار جمهوريت جڙ واچوڙي ۾ گهيرجي چڪي هئي.

آمريڪا مان هڪ پرجوش انقلابي سنتوش سنگهہ بہ واپس وريو هو جنهن پنجاب ۾ پورهيتن لاءِ ”ڪرتي“ نالي اخبار ڇپائي پڌري ڪئي. اها اخبار سنتوش سنگهہ جي سِلهَہ وگهي مرتيي (1928ع) تائين هلندي آئي. انهي وچ ۾ هندوستانين جو چڱو خاصو انگ ماسڪو جي”اوير يونيورسٽي“ مان تعليم پرائي پنهنجي ديس پهچڻ لڳو. هاڻي اِهي نوجوان ۽ غدر پارٽيءَ جا ڪارڪن هن نئين وايو منڊل ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ آتا هئا.



# جدوجهد لاءِ موٽ

آزاد ٿيل انقلابين جي آڌو هڪ نئون دور هو. ڇو تہ انهن مان اڪثر ننڍي ۽ وڇولي ڄمار ۾ جيلن ۾ ويا هئا ۽ هاڻي سندن پوڙهن جسمن تي اڻ ڪٽندڙ جدوجهد جا دائمي نشان چٽا ڏسڻ ۾ اچن پيا. انهن همراهن منجهان ڳچ سارن تہ ورهين جا ورهيہ جيلن ۾ گهاريا ۽ سور سختيون مرڪندي سهندا رهيا ۽ انڊيمان جي ٻاٽ اونداهين ۾ بہ موت سان مُنهان منهن ٿيندي ڪونہ ڊنا هئا. هينئر سندن جسم تہ ڏٻرا ٿي ويا هئا پر حياتيءَ جو رهيل کهيل عرصو سانتيڪو ٿي ويهڻ ڪين اوکو پئي لڳو.

بابا سوهن سنگهہ ڀڪنا تہ گهر ڏانهن ويندڙ گس بہ ڇڙ وساري ويٺو هو. ڇو تہ هن چڱي ريت ڄاتو پئي تہ گهر ۾ ٽنڊو ٽانهرو ٿي ويهڻ سان ڪجهہ بہ هٿ حاصل نہ ٿيندو پر انقلاب آڻڻ لاءِ لڳاتار جدوجهد جو نيٺ لاڀ ملندو. ان ڪان اڳ جو بابا سوهن سنگهہ ۽ سندس ساٿي نئين سر هلچل هلائڻ جو سعيو ڪن، سڀني ويهي ڳوڙهو ويچار ڪيو تہ روس ۾ پورهيت انقلاب تہ ڪامياب ٿيو پر اپڪنڊ ۾ هيل تائين ماڳ ماڻي نہ سگهيا آهيون، سو ان جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟ سندن ذهن ۾ اهو بہ چٽو هو تہ انقلابي ڪڏهن بہ جُهور نہ ٿيندو آهي. هڪ عوامي انقلاب ۽ مصيبتن جي مارين جو ڇوٽڪارو ڳاڙهي جهنڊي هيٺ يڪمشت ٿي جدوجهد ڪرڻ سان ئي حاصل ٿي سگهندو.

انهن سڀني انقلابين نہ رڳو پنهنجن ساٿين ۾ نئين صف بندي ڪئي پر نوجوان ساٿين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي اڳتي وڌڻ لاءِ راهہ هموار ڪرڻ لڳا.

بابا سوهن سنگهہ ڀڪنا پنهنجي تڪ ۾ ڪانگريس جو بنياد

رکندي ئي علائقائي ڪاميٽي کي منظم ڪيو. ان ڪانسواءِ پيرين پيادو ميلن جا ميل پنڌ جهاڳي ڪسان سَيا (هاري پارٽي) کي ڳوٺ ڳوٺ، واهڻ ۽ وستيءَ ۾ نئين سر مضبوط ڪيائين. انهي هلچل ۾ امرتسر جي 1938ع واري لنبازيءَ ۾ کيس ڏاڍا ڏک لڳا پر پوءِ به هيءَ همراهه پنهنجي ڪارج کي ذميواريءَ سان نڀائيندو آيو. اڳتي هلي سوهن سنگهه ڀکنا کي هندوستان جي ڪسان سيا جو اڳواڻ چونڊيو ويو.

ٻئي پاسي بابا جوالا سنگهه نيل بار جهڙي پنتي پيل علائقي ۾ هارين ۾ پورهيتن تائين آزادي ۽ انقلاب جو سنيهو پهچايو ۽ انهيءَ جدوجهد ۾ پنهنجا پساهه پورا ڪيا. اڄ بابا جوالا سنگهه پنجاب جي هاري هلچل ۾ وڏائو تاري جي حيثيت رکي ٿو.

بابا اروڙ سنگهه به بنا ساهي ڪٽڻ جي پيو پنڌ ڪندو هو. هن فيروز پور ۽ پرپاسي وارين رياستن ۾ هارين جي جوڙجڪ ۽ سندن سماجي حالتون سڌارڻ ۾ سخت جفاڪشيءَ سان ڪم ڪيو. اڳتي هلي تعلقي سوگا منجهان پنجاب اسيمبليءَ جو بنا مقابلي ميمبر چونڊجي ويو.

ساڳي ريت بابا ڪيسر سنگهه هڪ سورهيه وانگر شيرسنگهه سان گڏ شهنشاهيت خلاف، هر هڪ پڌ (ويڙهه) ۾ سيني کان اڳيرو پئي رهيو ۽ سندس ڪوشش هئي ته اخبار "ڪِرتي" کي پنجاب جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچائجي. ٽيهارو ورهيه جيل ۾ گهارڻ کان پوءِ به ڪيسر سنگهه جوانن کان به اڳيرو آهي.

بابا واسڪا سنگهه، وري ديش ڀڳت پريوار سهائتا ڪاميٽي (جيل ۾ پيل محب وطنن جي ڪٽنبن جي پرگهور واري ڪاميٽي) ناهي ۽ ان ڪاميٽي وسيلي 1921ع کان وٺي سياسي قيدين ۽ انهن جي ڪٽنبن لاءِ وڙهندو پيو اچي. ان ڪري کيس سڪ هارين ۾ تمام ماناائتي نظر سان ڏٺو ويندو آهي.

بابا گرمک سنگهه ڪوما گاٽا مارو سورمو ۽ انڊيمان ۾ جدوجهد ڪندڙن مان هڪ هو. آزاد ٿيڻ کان پوءِ افغانستان ۾ ڪانگريس جو مکيه اڳواڻ ٿيو. جتي کيس پرٿوي سنگهه سان گڏ

سرڪاري چُرچ تي جيل اماڻيو ويو پر ڪجهه عرصو رکڻ کان پوءِ ڪيس آزاد ڪيو ويو ۽ نيٺ هي همراهه روس منجهان گهمندو ڦرندو هندوستان موٽي آيو. هينئر بابا گرمک سنگهه هتي ملڪي سياست ۾ هاري تحريڪ ۾ وڏي اتساهه ۽ جاکوڙ سان ڪم ڪري رهيو آهي. پرٿوي سنگهه به انديمان واري هلچل کان چڱي ريت چاتو سڃاتو ويجي ٿو. هن فرضي نالن سان هاري هلچل ۽ آزادي لاءِ هندستان جي ڪيل حصي ۾ ڪم ڪيو آهي.

بابا شير سنگهه، هرنام سِنگهه ۽ لال سنگهه وارا جيڪي هن مهل تائين ڳاٽيئي کان مٿي لڙاين ۾ حصو وٺي چڪا آهن، اهي اڃ به مڙسان مڙسيءَ ۽ جوان مرديءَ سان جدوجهد ۾ مَحو آهن ۽ سندن همٿ ۽ حوصلي جوانن کي به شرمائي ڇڏيو آهي.

بابا گوجر سنگهه ڪسان سڀا جو مکيه ورڪر، بابا هرنام سنگهه ڪوما گاٽا مارو وارو ، بابا هردت سنگهه وارا وڏي ڄمار جا هوندي به اڄ تائين آزاديءَ لاءِ هڪ عام آدميءَ وانگر وڙهي رهيا آهن ۽ پنهنجن علائقن ۾ سچار ۽ بهادر سياسي اڳواڻن جي حيثيت ۾ چاتا سڃاتا وڃن ٿا.

انهن انقلابين سان هلچل ۾ ٻيا به ساٿي آهن، جن کي غدر پارٽيءَ جي پيڙهه پٽر رکڻ وارن منجهه ليکي سگهجي ٿو. اهي همراهه اهڙي آپدا ويل به ٻاهر پنهنجن ذميوارين کي نڀائي رهيا هئا جڏهن گهٽي قدر ساٿي 14-1915ع واري اُٿل ۾ سوگها ٿي چڪا هئا. انهن ويڙهاڪن مان ڪرم سنگهه به هڪ آهي، جيڪو ٻي اڪالي تحريڪ (1925ع) جو هڪ سورمو آهي ۽ پهرين انقلابي اخبار ”ديش شيوڪ“ جو پايو وجهندڙ به آهي. ڪيترا ٻيرا ڪانگريس هلچل ۾ جيل ياترا به ڪئي اٿس. ان ڪانسواءِ ”ڪرتي ڪسان هلچل“ جي بانيڪارن منجهان هڪ آهي.

هڪ ٻيو انقلابي ڀاڳ سنگهه جڳ مشهور اڪالي تحريڪ جو اڳواڻ، جنهن 1930ع تائين دوآبي ۾ هاري هلچل کي مضبوط ڪرڻ ۾ ڪارائتي هٿي ڏني هئي، سو به وسارڻ جوڳو ڪونهي. ٻيو بابا

پڳوان سنگھ "شهيدن جي جٿي" جو سورهيه جنهن 1925ع ۾ سڄي ملڪ جو دورو ڪري هندو مسلم ايڪتا لاءِ پاڻ پتوڙيو. هن انقلابي همراهه جنهن مردانگي سانُ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي، ان کيس هندوستان جي وطن دوست حلقي ۾ وڏي عزت ۽ مان ڏنو ۽ پنڊت نهرو به سندس آجيان ڪرڻ وارن مان هڪ هو. پيو ساٿي سنت سنگهه آهي جنهن اڳتي هلي سماج واد تحريڪ لاءِ پڻ وڏو ڪم ڪيو.

اهڙي ريت سنتوش سنگهه ۽ جوالا سنگهه کان سواءِ ايسر سنگهه، ناٿن سنگهه ڇُڳا، ڪرم سنگهه دتا، مدن سنگهه گاگا، ڪپور سنگهه موهي ۽ اندر سنگهه، سريش سنگهه سوڏو ڪيترن ساٿين جي صحت جيتوڻيڪ صفا جواب ڏيو بيٺي آهي، پوءِ به انقلاب ۽ آزادي لاءِ ساٿين سان صفن ۾ گڏ بيٺا آهن، جاڪاڻ ته کين احساس آهي ته جنهن آزاديءَ جي جوت کي سندن ساٿين رت جو ريج ڏئي جلايو آهي ان کي وسامڻ نه گهرجي.

اڄ به اهي سيئي انقلابي اسانجي تحريڪن ۾ ديس سان پيار ۽ پاڻ بليدان ڪرڻ جي ڪارج ۾ رڌل آهن ۽ سڄي سنسار ۾ هلندڙ آزاديءَ جي هلچل ۾ انهن اڳواڻن جي آدرشن تي سچ پچ ته اسان کي فخر آهي.



# ساميه واد ذانهن

ٻي مهاڀاري لڙائي سيپٽمبر 1939ع ۾ لڳي. انقلابي اڳ ۾ ئي سرڪار جي نظر ۾ ڪٽڪندا هئا جن اَجا ٽي چار ورهيه جيل کان ٻاهر مس گذاريا هئا. انهن هڙني کي پهرين نڪانوڪيءَ ۾ قابو ڪيو ويو. آڪٽوبر ڏاري ڪين ٻين هاري اڳواڻن سان گڏ ديوليءَ ڪئمپ ۾ موڪليو ويو جتي ساڻن گڏ ساميه واد پارٽي (ڪميونسٽ پارٽي) جا ورڪر به رکيا ويا.

انقلابي هوندئن ته گهٽي ۾ ڳي سماج واد (سوشلزم) جا حامي هئا، ان هوندي به هيءَ پهريون پيرو هو جو سڀ روشن خيال ۽ ترقي پسند قيدي هڪ جاءِ گڏ ٿيا هئا. ان ڪري سيئي همراهه سڄي سنسار ۾ ايندڙ لاهن چاڙهن کان واقف ٿيڻ ۽ عقلي ۽ منطقي بنيادن تي پنهنجي ناڪاميءَ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ويٺا. جڏهن ڪين سڄي مونجهاري جي ڇتي ريت سڌ پئي ته هڙيئي همراهه اڳي کان اڳرا پئي لڳا ۽ حالتن جو ڇيد ڪندي انهيءَ نتيجي تي پهتا ته انقلابين جا ذهني طور سجاڳ ۽ سڄيت جٿا جڏهن تيار ٿيندا ته اهي پاڻ هڪ انقلابي لشڪر جي شڪل اختيار ڪندا.

غلاميءَ جهڙي شرمناڪ طوق مان جان ڇڏائڻ لاءِ سڀن انقلابين ۾ اڳ کان به وڌيڪ چاهه ۽ اتساهه جاڳي پيو هو. ان ڪانسواءِ سوويت يونين مان پڙهي آيل نوجوانن جي مدد سان هاري هلچل کي 1930ع ۾ پنجاب اندر مضبوط ڪرڻ ۾ وڏي هٿي ملي هئي. جڏهن انقلابين محسوس ڪيو ته اهي پنهنجي سڄي ڄمار انقلاب لاءِ ارپي ويٺا آهن ته هنن ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ اچڻ جي نينڊ کي هڪدم قبول ڪيو. ڇو ته اها اڪيلي پارٽي هئي جيڪا سيني انقلابين لاءِ

پائيچاري جو اتم ۽ اعليٰ سنيهو هئي. انهي پارٽيءَ جو مکيہ پيغام هو تہ "اچو تہ گڏجي آزادي ۽ ڏتڙيل انسان ذات لاءِ جدوجهد ڪريون." "اهو هونئن بہ اسان جو مکيہ مول ۽ مقصد آهي." بابا سوهن پارٽيءَ ۾ شامل ٿيندي چيو.

نيٺ ديوليءَ جي ڪئمپ ۾ مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال شروع ٿي وئي پر انقلابين کي ٻين ساٿين ايڏي جوکائتي قدم کڻڻ کان منع ڪيو. پوءِ بہ سيني ساٿين پاڻي وٺڻ کان انڪار ڪيو. انهن انقلابين جي گهر هئي تہ انهيءَ خوني ڪئمپ کي هڪدم بند ڪيو وڃي. آخرڪار اها بدنام ڪئمپ تہ بند ڪئي وئي پر بدنيت ڪامورا شاهي کين ڇڏڻ کان نابري واري بيٺي.

نيٺ هوريان هوريان انقلابين کي آزاد ڪيو ويو. اروڙ سنگهہ تہ آڪٽوبر 1945ع ۾ رها ڪيو ويو. پرٿوي سنگهہ بہ ڪيترا ورهيہ زير زمين تحريڪن ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ 1939ع ۾ مهاتما گانڌيءَ جي چوڻ تي پيش پيو. آزاد ٿيڻ کانپوءِ ڪيترائي مهينا مهاتما گانڌيءَ وٽ آشرم ۾ رهيو ۽ وري بہ کيس 1942ع ۾ سوگهو ڪيو ويو. آخرڪار 1943ع ۾ ٻاهر نڪتو ۽ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو.

اڄ بہ ساٿين ۾ جيڪو انقلابي سيني کان اڳيرو آهي سو بابا گرمک سنگهہ آهي. روس ۾ مارڪسواد جي چڱي خاصي ڄاڻ حاصل ڪئي اٿائين ۽ آمريڪا ۾ نئين سر غدر پارٽي منظم ڪيائين. هندوستان ۾ موٽي اچڻ کانپوءِ بہ ڳجهي نموني انقلابي دونهين کي دکائيندو رهيو، جيستائين 1936ع ۾ گرفتار نہ ٿيو. هن همراهہ کي لاهور قلعي جهڙي دهشت نگر ۾ سخت ايذاءُ ۽ عذاب ڏنا ويا پر سندس حوصلا اڄ بہ هماليا کان اوچا آهن. بابا گرمک سنگهہ کي سورن ۽ سختين ايڏو ارڏو ۽ اڙٻنگ بڻائي ڇڏيو آهي جو هاڻي ڪانئس آڏي پڇا نہ ڪئي ويندي آهي.

ان هونديَ بہ مغرور سرڪار پنهنجي خيال موجب گرمک سنگهہ جي من مستيءَ مارڻ لاءِ کيس انڊيمان مَوڪلڻ جو پڪو پهہ ڪيو. چاڪاڻ تہ سرڪار مٿس کليل عدالت ۾ ڪاروائي هلائڻ کان

پاسو پئي ڪيو. هڪ ته سرڪار خلاف ماڻهن ۾ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ وڌي ويڻ تي پوي ها، ٻيو ته برطانيا سرڪار جي به سڄي دنيا ۾ انهيءَ ڏاڍائي ڪارڻ مٽي پليد ٿئي ها.

انڊيمان ۾ پهچڻ شرط گرمک سنگهه مرڻ ورت رکيو جنهن ڪري ڪيس هڪدم موٽايو ويو. ان ڪانپوءِ ڪيس پنجاب جي ڌار ڌار جيلن ۾ رلايو پئي ويو. جيل اختياريءَ وارن هيل تائين ساڻس عقوبتون ۽ تشدد ڪرڻ ۾ وسان ڪونه گهٽايو آهي، هن مهل تائين هن همراهه 17 ورهيه جيل ۾ گهاريا آهن، پر يونينسٽ سرڪار ۾ ايتري جرئت ڪانهي جو سندس بند خلاصا ڪيا وڃن. گرمک سنگهه جو ٻيو ساٿي سچا سگهه هزاري باغ ۾ 19 ورهيه قيد پوڳي چڪو آهي.

هي اسان جي غدر پارٽيءَ جي سورمن جي جدوجهد جو سونهري باب آهي، جيڪي شهيد ڪرتار سريا جا ساٿي آهن ۽ جن هاري هلچل ۾ وڏو ساهه ڦوڪيو آهي. اسان جي حڪمرانن جيڪي ڪارا ڪوٽ ناهيا آهن تنهن ۾ اهي سورما 20 کان 33 ورهيه تائين بندي رهيا آهن. اهي جوڌا اسان جي ديس واسين لاءِ آزادي جي ڦڻنڊڙ ٻاک جو سنيهو آهن. لاشڪ اُهي سورهيه سرواڻ آهن جن تي هر ديس واسي ڳاٽ اوچو ڪري آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي.



# ايم . اين راءِ

MANAVENDRA NATH ROY (1887 -1954)

ايم . اين . راءِ 21 مارچ 1887ع ۾ ڄائو. هن جو اصل نالو نريندرا
ڀٽ آچاريه هو. پاڻ جنهن زماني ۾ ڄائو ته هندوستان مڪمل طور
انگريزن جي غلاميءَ هيٺ هئو. سندس ڄمڻ کان ٻه ورهيه اڳ محب
وطن هندوستانين انڊين نيشنل ڪانگريس 1885ع ۾ ٺاهي هئي.

نريندر جا مائٽ 1898ع ۾ نقل مڪاني ڪري هڪ ٻئي ڳوٺ
ڪوڊلا ڏانهن هليا ويا. هو ان ڳوٺ جي هيران پائي اينگلو-
سنسڪرت اسڪول ۾ 1899ع کان 1905ع تائين تعليم حاصل ڪندو
رهيو. انهيءَ زماني ۾ نريندر قومي هلچل جي گهلنڌڙ هوا کان متاثر
ٿيو. جو ته برطانيه سرڪار بنگال جي عوام جي مرضيءَ خلاف ٻن ڀاڱن
جو ورهاڱو فرقيوارا نه بنيادن تي ڪيو هئو. انهيءَ تحريڪ ۾ حصو
وٺڻ جي ڪارڻ کيس اسڪول مان خارج ڪيو ويو. نريندر اسڪول
منجهان نڪرڻ شرط وڏيڪ دل جمعي سان مقامي انقلابين سان لهه
وچڙ ۾ اچڻ شروع ڪيو. ستت ئي 1906ع ۾ سندس پيءُ دينا بنڌو ڀٽ
اچاريه رحلت ڪري ويو ۽ پاڻ بنگال نئشنل ڪاليج ۾ وڃي داخل ٿيو
( جيڪو اربندو گهوش قائم ڪيو هو) انهيءَ ڪاليج ۾ لڳ ڀڳ ٻه
ورهيه پڙهائي ڪرڻ کان پوءِ پاڻ برطانوي راڄ خلاف عملي طور حصو
وٺڻ لاءِ ويڙهاڪ انقلابي گروپ ۾ شامل ٿيو. انهيءَ سال ۾ ريلوي
اسٽيشن تي هڪ ڌاڙي هڻڻ جي تهمت ۾ کيس گرفتار ڪيو ويو. پر
پڪي ثبوت نه هئڻ ڪري آزاد ڪيو ويو. هن جي ماءُ بسنت ڪماري
پڻ 1908ع ۾ گذاري وئي. نريندر اڳ کان به وڌيڪ انقلابي تحريڪن ۾
سرگرم ٿي حصو وٺڻ لڳو. ان سلسلي ۾ 1909ع ۾ هڪ ٻئي ڌاڙي هڻڻ

جي ڪري ڪيس گرفتار ڪيو ويو پر ثبوت نہ هئڻ ڪري آزاد ٿي ويو. انهيءَ هلچل ۾ نريندر هڪ ٻئي انقلابي جيتن مڪرجي سان گڏ سرگرم هئو. انهيءَ زماني ۾ بنگالي انقلابين جرمنن کان هٿيارن ۽ تربيت لاءِ رابطو ڪيو هئو تہ جيئن برطانيا وارن جي غلاميءَ کان هٿياربند جدوجهد وسيلي آزادي ماڻي سگهجي، پر اوچتو 1915ع ۾ انهيءَ تحريڪ جو سرواڻ جيتن مڪرجي مارجي ويو. نريندر ناٿ هڪ نقلي نالي چارلس مارٽن وسيلي جرمنن سان ميل ميلاپ کي وڌايو پر ان کان اڳ ۾ چين جي قومي تحريڪ جي اڳواڻ سن يات سين سان ملاقات ڪيائين تہ جيئن هندوستان جي آزاديءَ لاءِ سهائتا حاصل ڪري سگهي. آخرڪار نريندر انقلاب ۽ آزادي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ هندوستان کي الوداع ڪيو ۽ هڪ جڙتو پاسپورٽ وسيلي پادريءَ جي ويس ۾ جپان کان ٿيندو، جون 1916ع ۾ سان فرانسسڪو (آمريڪا) وڃي پهتو. هن جيئن ئي آمريڪا ۾ پير رکيو تہ بنا ڪنهن وقت وڃائڻ جي اسٽينفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ هڪ بنگالي شاگرد ڌن گوپال مڪرجي سان مليو. انهيءَ همراهہ جي صلاح سان نريندر ناٿ پنهنجو نالو مَنا بندرا ناٿ راءِ رکيو ۽ سڄي ڄمار ايم - اين - راءِ جي نالي سان مشهور ٿيو.

پهرين مها ياري لڙائي جي دوران ايم - اين - راءِ آمريڪا ۾ رهيو. هوڏانهن هندوستان جي قومي تحريڪ جي سرواڻي ڪرڻ لاءِ مهاتما گانڌي ڏکڻ آفريڪا مان موٽي آيو. ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ گانڌي جي موٽي اچڻ سان ايم - اين راءِ هندستان جي قومي تحريڪ کان ڪٽجي ويو. پر هن بين الاقوامي سطح تي هڪ ڪميونسٽ انقلابي جي حيثيت سان شهرت حاصل ڪئي. انهيءَ 1917ع جي دور ۾ راءِ جي ميل ملاقات اسٽينفورڊ يونيورسٽي جي شاگرديائڻي ايلون ٽرينٽ سان ٿي. اهي ميل ملاقاتون پيار جي سرحد اُڪري شاديءَ جي ٻنڌڻ ۾ بدلجي ويون. ايم - اين - راءِ جي ملاقات آمريڪا ۾ لالہ لجپت راءِ ٿي جنهن هن سان مڪمل سهڪار ڪيو. پر وري بہ ٿيون پيرو برطانوي پوليس کيس گرفتار ڪيو ۽ تنبيہ ڪرڻ کان پوءِ ڇڏي ڏنو.

نيٺ راءِ ۽ ايلون برطانوي پوليس جي پيڇي ڪرڻ مان جان ڇڏائڻ لاءِ ميڪسيڪو سٽي روانگي اختيار ڪئي. انهيءَ دور ۾ راءِ جي فڪر ۽ سوچ تي سوشلسٽ فلاسافيءَ جا عڪس نمايان ٿيڻ لڳا.

ايم ـ اين ـ راءِ جي هڪ بيش بها خوبي هئي ته پاڻ ڪنهن به نئين زبان تي ٿوري وقت ۾ مهارت حاصل ڪري ويندو هئو. ان ڪري سٽت ئي اسپينش زبان تي عبور حاصل ڪري ورتائين ۽ اخبارن ۾ مضمون لکڻ شروع ڪيا، ان کان علاوه پنهنجي زال جي مدد سان ميڪسيڪو سٽي ۾ ڪميونسٽ پارٽي ناهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين. انهن سڀني مصروفيتن ۾ رهندي به، راءِ هندوستان جي حالتن بابت باخبر رهندو آيو جنهن ڪري هندوستان جي آزاديءَ بابت مختلف اخبارن ۾ لڳاتار مضمون لکندو رهيو. نيٺ 25 آگسٽ 1919ع ۾ سوشلسٽ پارٽي جو ڪنوينشن ميڪسيڪو سٽي ۾ ٿيو جيڪو پنهنجي هيئت ۾ روس کان ٻاهر ٿيندڙ هڪ تواريخي اجتماع هئو. جنهن کان پوءِ لينن پاران راءِ کي روس ۾ اچڻ جي دعوت ملي ته سيڪنڊ انٽرنيشنل ڪانگريس ۾ شريڪ ٿئي. اها دعوت سندس سياسي زندگيءَ ۾ هڪ اهم لاڙو ثابت ٿي.

راءِ روس ڏانهن 1920ع ۾ روانگي اختيار ڪئي. انهيءَ سفر ۾ مختلف ملڪن مان گذرندي نالي وارن انقلابين سان ملاقات ڪيائين. راءِ سوويت يونين ۾ رهندي ڪميونسٽ پارٽي جي آرماڙ هستين جهڙوڪ: استالن، ٽراٽسڪي، بخارين ۽ جڳ مشهور ليکڪ ميڪسم گورڪي سان لڳ لاڳاپن کي مضبوط ڪيو. اڳتي هلي ڪميونسٽ ڪانگريس جي ٻئين ويهڪ ۾ قومي ۽ بيٺڪي سوال تي هڪ جامع دستاويز پيش ڪيائين، جنهن کي مڪمل پذيرائي حاصل ٿي. انهيءَ دستاويز کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ راءِ کي چيئرمين چونڊيو ويو. هو ايلون سان گڏ تاشقند روانو ٿيو ۽ گڏجي انڊين ملٽري اسڪول جو بنياد رکيائون جنهن ۾ هندوستان کان آيل مهاجرن کي فڪري ۽ هٿياربند جدوجهد لاءِ تربيت جو آغاز ڪيو ويو. اڳتي هلي 17 آڪٽوبر 1920ع ۾ جلا وطن انڊين ڪميونسٽ پارٽي جوڙي وئي. ايم

۔ اين ۔ راءِ ۾ ايلون احتياط ۾ رڌا بندي سان هندوستان ۾ ڪميونسٽن سان رابطو ڪيو ۽ کين لٽريچر ۽ مالي سهائتا پڻ اماڻي ۽ انڊين نيشنل ڪانگريس جي اهم اڳواڻن سان بہ لاڳاپا جوڙي ورتا. ائين 1921ع کان 1929ع تائين راءِ هندوستان ۽ چين ۾ ڪميونسٽ تحريڪ کي سگهارو ڪرڻ ۾ مصروف رهيو ۽ انهيءَ سلسلي جي ڪڙيءَ طور اسٽالن جي مدد سان مشرق واسين لاءِ هڪ يونيورسٽيءَ ٺاهڻ جي شروعات ڪيائين، جنهن ۾ مشرقي دنيا ۾ مستقبل جي صدرن ۽ وزيراعظمن تربيت ۽ تعليم حاصل ڪئي. اهو ايم ۔ اين ۔ راءِ جو ڪميونسٽ تحريڪ سان لاڳاپيل عروج جو زمانو هئو.

انهيءَ هلچل ۽ ماحول ۾ بہ راءِ لاءِ هندوستان ۾ آزاديءَ جي تحريڪ کي سرگرم ڪرڻ سڀ کان مٿاهون پد رکندڙ هو. ان ڪري برلن منجهان پندرنهن روزه مَخزن "وين گارڊ آف انڊين انڊيپينڊنٽس" جي نالي شايع ڪيائين. ان مخزن ۾ ايلون پڻ قلمي نالي "شانتي ديوي" سان لکڻين ۾ هٿ ونڊائيندي هئي ؛ پر برطانوي حڪومت هندوستان ۾ مخزن جي آمد تي بندش لاڳو ڪئي. هن همت نہ هاري ۽ هڪ ٻئي نالي "ائڊوانسڊ گارڊ" جي سري سان مخزن ڇاپڻ شروع ڪيو پر سِتت ئي راءِ کي ڪميونسٽ تحريڪ ۾ سرگرم هئڻ جي ڪارڻ برلن ۽ فرانس منجهان نيڪالي ڏني وئي. پوءِ بہ هندوستان جي ڪميونسٽ هلچل کي سرگرم ڪرڻ ۾ هٿ ونڊائيندو رهيو. انهيءَ هڻ هٽان جي ماحول نيٺ ايلون کي بيزار ڪري وڌو ۽ هُن راءِ کان 1925ع ۾ علحدگي اختيار ڪئي ۽ آمريڪا موٽي وئي جتي 1970ع ۾ گذاري وئي. هوڏانهن هندوستان ۾ ايم ۔ اين ۔ راءِ جي خلاف سرڪار مواد گڏ ڪندي رهي. راءِ کي سال 1927ع ۾ چين ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي تنظيم سازيءَ جو ڪم سپرد ڪيو ويو. راءِ چين ۾ مائوزي تنگ، زوئن لاءِ ۽ ٻين اهم چيني اڳواڻن سان ملاقاتون ڪيون ۽ کين مشورو ڏنو تہ زرعي انقلاب ۽ انقلابي فوج وسيلي ئي منزل مقصود تائين پهچي سگهجي ٿو. چين بابت راءِ جي حڪمت عملي جي ٻين ميمبرن مخالفت ڪئي پر اسٽالن جو ڪيس مڪمل سهڪار رهيو. انهيءَ دور ۾

چين ۾ انقلاب دشمن ڪومنتناگ سرڪار انقلابين کي چيپاڻ لاءِ سيئي ظالماڻا ڪرتب ڪتب آڻي ۾ وسئون ڪونہ گھٽايو. راءِ کي اڳواڻ ٿي ڪٽڙڪ پئجي وئي جنھن ڪري گوبيءَ جو رڻ پٽ اُڪري روس موٽي آيو. ھو جيئن ئي روس ۾ پھتو تہ سندس ذھين سوچ محسوس ڪري ورتو تہ ليڊرشپ جو گھوٽالو عروج تي پھتل آھي. انھيءَ ڪتراڳ کان پاڻ کي پاسيرو رکڻ مناسب سمجھيائين. ان کان پوءِ جلد ئي راءِ بيمار ٿي پيو ۽ علاج خاطر جرمني روانو ٿي ويو. اتي بہ بيماريءَ جي حالت ۾ روس جي اندر پيدا ٿيل ڇڪتاڻ بابت لکندو رھيو. انھن لکڻين ۾ استالن جي آمرانہ ۽ جارحانہ طور طريقن جا بخيا اُڌيڙيندو رھيو جنھن ڪري استالن جي غيض وغضب جو نشانو بڻيو ۽ کيس پارٽيءَ مان نيڪالي ڏني وئي. ان نئين صورتحال جي آڌو اچڻ کان پوءِ راءِ ھندوستان موٽڻ جو پڪو پھ ڪري ڇڏيو. ھن ھندوستان ڏانھن سفر فرضي نانءَ بينرجي سان ڪيو ۽ مخفي طور 1930ع ۾ پھچي ويو. راءِ جنھن زماني ۾ ماسڪو ۾ ترسيل ھئو تہ سندس ملاقات 1927ع ۾ جواھر لال نھرو سان ٿي ھئي جيڪو سندس ذھانت، جفاڪشي ۽ بھادرانہ جدوجھد کان اڳ ۾ ئي متاثر ھئو؛ ان ڪري جيئن ئي مخفي طور ھندوستان پھتو تہ پنڊت نھرو سان مليو ۽ زير زمين ڪم ڪرڻ لڳو.

راءِ جي ھندوستان ۾ آمد جي انگريز حڪمرانن کي ڪا بہ خبر ڪانہ ھئي، پر انھن کي راءِ جي پھچي وڃڻ جي سڌس ھيئن پئي جو مارچ 1931ع ۾ سنڌ (ڪراچي) ۾ ڪانگريس جي ساليانی اجلاس جي پيش ڪيل ٺھرائن ۾ بنيادي انساني حقن ۽ سماج ۾ ردو بدل آڻڻ جو شدو مد سان ذڪر ڪيل ھئو. انھيءَ اجلاس ۾ ايم-اين- راءِ کان سواءِ سڀاش چندر بوس جھڙا چوٽيءَ جا اڳواڻ پڻ موجود ھئا. ھونئن مھاتما گانڌي پنھنجي سِرِ راءِ جي سياسي طريقہ ڪار جو جارحانہ نقاد ھو. بھرحال پاڻ ھندوستان ۾ محمود جي فرضي نالي سان ڪم ڪندو رھيو.

ٿوري وقت ۾ ھندوستان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ کي راءِ جي موجودگي جي خبر پڻ پئجي وئي، جنھن ڪري ھن جي خلاف استالن پرو پيگنڊا شروع ڪندي کيس منحرف چاٽايو. نيٺ سنت ئي

سرڪاري مخبرن وسيلي راءِ جهلجي پيو ۽ مٿس مقدمو هليو. ان ۾ ڪيس 12 ورهيہ سزا ملي پر اپيل ۾ سزا گهٽائي 6 ورهيہ ڪئي وئي. راءِ جي گرفتاري ۽ سزا ملڻ تي البرٽ آئن اسٽائن، برطانوي حڪمرانن کي اپيل ڪئي تہ هن انسان دوست عالم ۽ ڏاهي سان نرم ورتاءُ ڪيو وڃي. هاڻي راءِ جَيل ۾ ٿانيڪو ٿي ويٺو ۽ اُتان سياسي اڳواڻن، دانشورن ۽ دانائن سان خيالن جي ڏي وٺ ۽ لکپڙھ ڪندو رهيو. انهيءَ لکپڙھ جي وهنوار کي ھمٿائڻ ۾ ايلن جو وڏو هٿ هئو. مطلب تہ بنديخاني ۾ رهندي راءِ بيش بها سياسي لکڻيون، فلسفيانہ ۽ سماجي نقطہ نگاهہ کان تنقيدي ۽ تعميري انداز ۾ لکندو رهيو. انهن لکڻين ۾سندس شاهڪار ڪتاب (The philosophical consēquences of modern science)آهي. ان کان علاوه ايلن ڏانهن جيل منجهان لکيل خط بہ سياسي تعليم جو هڪ ذريعو ڄڻي سگهجي ٿو. هن جا جيل ۾ لکيل املھ ڪتاب آهن:

ويهين صدين جا پاکنڊي (Heresies of 2oth Century) ۽ ماديت (Materialism) آهن.

راءِ جيل ۾ رهندي نہ رڳو لکڻ پڙهڻ تي توجہ ڏنو پر هيسٽائين سياسي ساگر ۾ پنهنجي ڪيل جدوجهد تي بہ ڳوڙهي نموني ويچار ڪرڻ لڳو. هن پنهنجي تجربي ۽ فڪر جي حوالي سان مارڪسزم ۽ ڪميونزم ۾ وڏندڙ نظرياتي بدعت کي تنقيد جو نشانو بڻايو. آخر ڪار 20 نومبر 1936ع ۾ جيل منجهان آزاد ٿيو. راءِ 10 مارچ 1937ع ۾ ايلن سان وهانءُ ڪيو جنهن سڄي عمر تائين ساٿس نڀاهيو. راءِ انڊين نيشنل ڪانگريس ۾ شامل ٿيو ۽ اهم ڪردار ادا ڪيو. پر جلد ئي محسوس ڪري ورتائين تہ سياست جي نئين جهان ۾ پاڻ هلڻ کان لاچار آهي. ڇو تہ هن 1938ع ۾قومپرستيءَ بابت اُظهار ڪندي چيو تہ نج قوم پرستي هڪ متروڪ عقيدو آهي. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي شروع ٿيڻ سان راءِ ڄاتاءُ ڏنو تہ دنيا لاءِ فاشزم خطرناڪ دڙڪو آهي ۽ خاص ڪري هندوستان جي آزاديءَ لاءِ. پر ڪميونسٽن عالمي سطح تي هٽلر سان عارضي ٺاهہ ڪري ڇڏيو. راءِ انهيءَ حڪمت عملي جي سخت مخالفت ڪندي برطانيہ سان سهڪار ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

ان لاءِ مضبوط دليل ڏيندي چيائين تہ ”جنگ جي پڄاڻي سان برطانوي حڪمران هندوستان خالي ڪري ويندا.“ هن جي پيش گوئي اڳتي هلي سورنهن آنا سچ ثابت ٿي. راءِ قوم پرست تحريڪن جي نظرن ۾ عتاب لائق ڄاتو ويو. جنهن ڪري ڪانگريس کي الوداع ڪري ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽي ٺاهڻ جو اعلان ڪيائين. راءِ هندوستان جي تواريخ ۾ پهريون شخص آهي جنهن جديد سائنسي اصولن تي هڪ پارٽيءَ جو بنياد رکيو.

اهڙي ريت راءِ سچي هندوستان جو دورو شروع ڪيو ۽ پنهنجن تقريرن ۽ ميل ملاقاتن وسيلي هڪ ئي نقطي تي زور ڏيڻ لڳو تہ نئين سجاڳي لاءِ تحريڪ جي سخت ضرورت آهي. ان لاءِ ”آزاد هندوستان“ (Independent India) جي نالي سان رسالي مان مارڪسوادي. انسان دوست ۽ انقلابي فڪر کي اجاگر ڪرڻ جو ڪم ورتائين. ائين راءِ اڳتي هلي هوريان هوريان مارڪسزم ۽ ڪميونزم متعلق تنقيدي انداز اختيار ڪيو. انت تہ 1947ع ۾ هندوستان آزاد ٿيو ۽ راءِ جي اڳڪٿي سچ ثابت ٿي. راءِ پنهنجي تجربن ۽ جدوجهد کي هندوستان ۾ انسان دوست فڪر ۽ ڪردار ۾ پڌرو ڪرڻ لاءِ پيش رفت ڪئي. ان لاءِ ضروري سمجهيائين تہ سياست ۽ تواريخ جي عمل کي سائنسي ۽ عقلي اصولن سان پرکي نئين سماج جي اڏاوت ڪجي تہ جيئن انسان دوست تحريڪ کي پنيرائي حاصل ٿي سگهي. انهيءَ انسان دوست عالمي تحريڪ لاءِ 1948ع ۾ ايم. اين. راءِ ”انسان دوست“ عنوان سان هڪ بنيادي دستاويز لکي تيار ڪيو. اڳتي هلي 1952ع ۾ (The International Humanist and Ethical Union) ايمسٽرڊم (هالينڊ) ۾ ٺاهي وئي جنهن ۾ راءِ کي سندس غير موجودگيءَ ۾ نائب صدر چونڊيو ويو. انهيءَ دور ۾ ساڻس حادثو ٿيو. جنهن هن جي حافظي کي سخت ڇيهو رسايو. انهن ڏينهن ۾ ايم. اين. راءِ پنهنجي آتم ڪٿا ترتيب ڏئي رهيو هئو پر ان کي پورو ڪري نہ سگهيو. انت تہ ايم. اين. راءِ جنهن پنهنجي جدوجهد واري زندگي جي ابتداءَ هڪ هٿيار بند انقلابي سان ڪئي، مارڪسوادي ۽ بين الاقواميت جي مختلف رستن

تان سفر ڪندي ” انسان دوست تحريڪ“ تائين پنهنجي سفر ڏانهن محو رهيو سو سپنو ساپيان ٿيڻ کان اڳ ۾ 25 جنوري 1954ع ۾ دهره دون ۾ گذاري ويو.

راءِ جو سياسي فلسفو ۽ فڪر:

راءِ، ذڪرڻ ايشيا ۾ ويهين صديءَ جي سياسي فلسفين جي صفِ اول جي انهن لائق رهنمائن منجهان هڪ آهي، جن فلسفي ۽ سائنس وسيلي هندوستان جي اونداهي ۽ جموديت ۾ ورتل سماج کي روشنيءَ سان مُنور ڪرڻ ۽ نجات حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڄاڻايو. هن هندوستان ۾ مذهبي وهنوار کي رياست جي ڪارج کان ڌار ڪرڻ کي سود مند ۽ سقلائتو ڄاڻايو.

راءِ مذهب، فلسفيءَ سائنس کي پنهنجي اهم ڪتاب ”ماديت“ (Materialism) ۾ تفصيل ۽ دليل سان زيربحث آندو آهي. ان ۾ فلسفي بابت چوي ٿو ” سوچ، مطالعي ۽ فطرت جي سڃاڻ جي ڄاڻ سان ئي پوريل دروازا کُلن ٿا. هن جي چواڻي ”فلسفي جي لاءِ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي سڌ ماڻهوءَ ۾ تڏهن وڌي وڃي ٿي جڏهن روحاني طور طريقن سان سندس تسلي ۽ تشفي نہ ٿيئي ٿي سگهي. ان لاءِ انساني شعور ۽ فڪر لاءِ لازمي ٿي پيو تہ فطرت ۾ مذهبي مونجهارن وسيلي پيدا ٿيل گهو ٽالي مان ٻاهر ڪڍي ايڪتا ۽ اتحاد ڏانهن راغب ڪجي.“

ا ڃا ٻہ پنهنجي هڪ ٻئي ڪتاب ”فلسفو ۽ سائنس“ (Philosopy and Science) ۾ راءِ فلسفي جي تشريح ڪندي چوي ٿو ”فلسفي جي اهم ذميواريءَ آهي تہ سنساز جي آڏو بيٺل رنڊڪن کي هٽائي مستقبل جي لاءِ راهہ هموار ڪرڻ جو ڏس ۽ پنڌ“ فلسفي ۽ مذهب جي وچ ۾ ساڳئي ڪتاب ۾ چند ڄاڻ ڪندي لکي ٿو تہ ؛ ”فلسفو ۽ مذهب هڪ ٻئي لاءِ پور وڇوٽ لڪيرون آهن. فلسفي ۽ مذهب جي وچ ۾ چٽي ريت وضاحت نہ ڪرڻ جو نقصان هيئن ٿيو تہ هندوستاني فلسفو هيل تائين قديم دور جي سنگهرن مان آجو ٿي نہ سگهيو آهي. جڏهن تہ مغرب ۾ فلسفو پنهنجي طاقت ۽ سگهہ وسيلي

قدامت پرستيءَ جو ڏاڪو ستريهن صدي ۾ اُڪري چڪو آهي."
فلسفي تي راءِ پنهنجي تيڪا ٽپڻي ۾ سائنس، جنهن کي علم ۽ ڄاڻ
جو ڀنڊار ليکيندي پڌرو ڪري ٿو: "فلسفو ۽ سائنس هڪ ٻئي لاءِ لازم
۽ ملزوم آهن ڇو ته فلسفو ۽ سائنس گڏجي قدامت پرستي کي مسترد
ڪن ٿا. ان ڪري فلسفي کي سيني سائنسن جو سرتاج چوڻ ۾ وڏائ
ڪونهي. ڇو ته فلسفو سائنسي سياست جي فڪر ۽ سوچ کي اجاگر
ڪري ٿو."

راءِ، هڪ اهم ڪتاب: دليل، رومانيت ۽ انقلاب ( Reason romantic cism and revolution) ۾ فلسفي جي اهميت بابت ڄاڻ ڏيندي
هيئن چوي ٿو: "منطقي نقطہ نگاه کان مثبت طرز جي ڄاڻ جو اهڙو
سرشتو جيڪو عقل ۽ فڪر لاءِ هڪ روشن خيال راهہ ڏانهن رهنمائي
ڪري سگهي."

مطلب ته راءِ، ويهين صدي جي انهن مفڪرن ۽ دانائن مان
هڪ اهم اڳواڻ آهي جنهن هندوستاني فلسفي کي جموديت مان
ڪڍڻ لاءِ سيڪيولرزم کي بنيادي عنصر قرار ڏنو. ۽ چتاءُ ڏنو ته فلسفي
جي نانءَ ۾ هندوستان جي تعليمي ادارن ۾ هندو مذهب جو جيڪو
پرچار ڪيو پيو وڃي سو هاڃيڪار ثابت ٿيندو. جيستائين اسان
قدامت پرستي جي اونداهي غار ۾ علم ۽ عمل جي ڏياتي روشن ڪرڻ
۾ پنهنجو ڪردار ادا نہ ڪيو ته فلسفو مذهبي اوندهہ انڌوڪار ۾ ستل
۽ مُٺل رهندو."

ايم - اين - راءِ جي اهم ڪتابن جي ڪڙي "اسلام جو تواريخي
ڪردار" (The Historical role of Islam ) آهي. انهي ڪتاب ۾ ماضيءَ ۾
اسلام جي شاندار ڪردار جو ذڪر ڪيو ويو آهي پر ان شاندار
ڪردار جو واسطو علم ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ سان لاڳاپيل رهيو آهي،
ان لاءِ هو چوي ٿو ته : "يورپ، مسلمانن کان تعليم ۽ ڄاڻ حاصل ڪئي
ته اڄ جي جديد تهذيب جو سرواڻ بڻجي ويو. اڄ تائين يورپ جا
سپوت ماضيءَ جي انهيءَ احسان مڃڻ ۾ ڪو بہ شرم يا عيب محسوس
ڪونہ ٿا ڪن." پر هندوستان جي ڪٽر مذهبي ڌرين کي تنبيہ

ڪندي چوي ٿو ” اسلام جي شاندار ڪردار کي سمجهڻ جي ضرورت آهي، ڇو ته انهيءَ طرز جي چاڻ هندن کي فڪري ۽ شعوري تنگ دلي مان آجو ڪندي ۽ اڃوڪن قدامت پرست مسلمانن کي به اونداهه منجهان ڪڍي مذهبي ڪٽر پڻ کان آجو ڪري ڪين سچائيءَ جي روح سان ڏيٺ ويٺ ڪرائي سگهندي.“

ايم ـ اين ـ راءِ جي حياتي جو وڇُور ڪڍي ٻيهاريون ٿا ته هڪ هٿيار بند انقلابي کان شروعات ڪندي عالمي سطح تي ڪميونسٽ هلچل جي پهرين صف جي اڳواڻ طور مڃتا ماڻڻ سان گڏو گڏ هندوستان جي آزاديءَ ۾ شامل ٿيڻ جي سفر ڪان پوءِ به هُو اهو مقام حاصل نه ڪري سگهيو جيڪو گانڌي، جواهرلال نهرو، ابو الڪلام آزاد ۽ ٻين کي حاصل رهيو.

ايم ـ اين ـ راءِ جنهن هڪ مفڪر ۽ داناءَ جي حيثيت ۾ ڪيئي ڪتاب لکي هندوستان جي آزادي سان گڏو گڏ عالمي سطح تي عملي جدوجهد ڪئي، پر وقت جي واءَ انهيءَ عظيم انسان جي مٿان پُراسراريت جي دز چاڙهي ڇڏي تنهن کي ڇنڊي ڦوڪي صاف سٿرو ڪرڻ جي ضرورت آهي. بهرحال راءِ جي زندگي جو ڪتاب هڪ اورچ ۽ اڻ ٿڪ انسان جي حياتيءَ جو دستاويز آهي. تلهي ليکي راءِ جي سوچ، فڪر ۽ عمل اسان کي هڪ نئين جوش، جذبي ۽ ولولي ڏانهن وِڪَ وڌائڻ جي آگاهي ڏئي ٿي.

هي ڪتابچو ”انقلابن جي تاريخ“ راءِ جي ديره دون ۾ ڏنل ليڪچر جو متن آهي.

**امان الله شيخ**
ڪمرو نمبر 06، ڏهه ماڙ نئين چاڙهي،
الطاف حسين روڊ (اڳوڻو نيپئر روڊ)،
ڪراچي سنڌ

ايم . اين راءِ

# پنهنجي نظر ۾

مان شخصيت جو پوڄاري ڪونہ آهيان ۽ نہ وري انڌاڌنڌ پيروي ڪرڻ منهنجو پيشو آهي. مون سچ چوڻ کان ڪڏهن بہ ڪيٻايو نہ آهي، پوءِ سچ ڪٽي ٿوهہ کان بہ وڌيڪ ڪڙو ڇو نہ هجي. ڪوڙ ۽ ڪپٽ خلاف جهاد ڪرڻ منهنجو دنڊو آهي. هونئن بہ اهو ڪو وٽندڙ دنڊو ڪونهي، پر جيڪڏهن سچائيءَ جو ڪو وجود آهي تہ ان جي ڪلم ڪلا حمايت ڪرڻ گهرجي. جڏهن کان مون سوچڻ شروع ڪيو آهي ۽ سچ ۽ ڪچ جي وچ ۾ فرق ڪرڻ محسوس ڪيو اٿم تہ انهيءَ وقت کان لڳاتار ڪوڙ خلاف جهاد ڪندو رهان ٿو.

انهيءَ ڪم مون کي عوام ۾ گهڻو مشهور ۽ مقبول ڪونہ بڻايو آهي. هونئن بہ جيڪي ماڻهو قرباني ۽ ايثار جا گيت ڳائيندا آهن، اهي سستيءَ شهرت جي پٺيان ڪونہ ڊوڙندا آهن. مان قربانيءَ ۽ ايثار جو بہ هرويرو قائل ڪونہ آهيان پر تنهن هوندي بہ، فرض جي حيثيت ۾ جيڪڏهن نہ سمجهجي تہ ونڊر خاطر ٿي سهي، مون بہ قرباني ڏني آهي. انهيءَ قربانيءَ جي سلسلي ۾ مون کي ڏک ڏاڪڙا بہ ڏنا هجن پر مان پاڻ کي شهيد ڪونہ ٿو سمجهان. اها سڄي جدوجهد مون لاءِ هڪ معمولي واقعي جي حيثيت رکي ٿي، جنهن لاءِ ڪنهن بہ پڙهي ڏيڻ جي ضرورت مون ڪڏهن بہ محسوس ڪا نہ ڪئي آهي.

پنهنجي حياتيءَ جو هڪ ڀرپور حصو ڪنهن وڏي مقصد لاءِ ارپي ڇڏڻ ڪو معمولي ڪم ڪونهي ۽ اهو بہ اهڙيءَ حالت ۾، جو جيڪڏهن ذاتي ترقي حاصل ڪرڻ منهنجو نقطي نگاهہ هجي ها تہ انهيءَ جي مون ۾ پوري قابليت موجود هئي ۽ جيڪڏهن چاهيان ها تہ

هندستان تہ چا پر هندستان کان ٻاهر بہ مشهور ٿي سگهيا هئا. اهي بہ منهنجي پنهنجي واڪاڻ ڪانهي تہ مادي ترقيءَ جي لحاظ کان ڪنهن بہ پيشي کي اختيار ڪريان ها تہ انتها درجي جو ڪامياب ثابت ٿيان ها پر مون انهن مڙني رستن اختيار ڪرڻ جي ابتڙ، هڪ ٻيو رستو ورتو جنهن تي هلندي، مون کي پنڌرهن ورهيہ جلاوطني ڀوڳڻ بعد بہ ڇهہ ورهيہ قيد ڪاٽڻو پيو. انهيءَ قيد جي سختيءَ منهنجي حياتيءَ جا ڪيترائي سال گهٽائي ڇڏيا.

منهنجي انهيءَ حالت تي ڏک جو اظهار ڪندي، پنڊت جواهر لعل نهرو پنهنجي ”آتم ڪهاڻي“ ۾ لکي ٿو تہ ”قوم پرست هندستان“ جو مون سان ڪو بہ واسطو ڪونهي. هن جا اهڙا الفاظ ڪتب آڻڻ مون لاءِ نہ پر سڄي قوم پرست هندستان لاءِ بي عزتيءَ جو باعث آهن. مان ”گانڌي ڀڳت“ تہ ڪونہ آهيان پر گانڌي ازم ۾ قوم پرستي ساڳيون شيون تہ نہ آهن؟ انهيءَ کان ڪو بہ انڪار ڪري نٿو سگهي تہ منهنجي سڄي حياتي آزاديءَ جي جدوجهد لاءِ ارپيل رهي آهي تہ اهڙيءَ صورتحال ۾ قوم پرست هندستان مون سان لا تعلقيءَ جو اظهار ڇو ڪري رهيو آهي؟ شايد انهيءَ لاءِ تہ مان هندستان جي اٺانوي سيڪڙو آباديءَ لاءِ سوراج (آزادي) جو خواهشمند آهيان. اهڙي قسم جي آزادي شايد انهيءَ قوم پرست هندستان جو مول مقصد ڪونهي، جنهن جو ذڪر پنڊت جواهر لعل نهروءَ ڪيو آهي. مون کي اهڙي قوم پرست هندستان سان ڪو بہ واسطو وجهہ ڪونهي، جنهن ۾ گهڻ ڳالهائو گانڌي ڀڳتن جي ڀرمار هجي ۽ نہ وري اصلي ۽ سچو پچو قوم پرست اهو هندستان آهي. اصلي ۽ سچي پچي قوم پرست هندستان لاءِ منهنجو وجود بيڪار ڪونهي.

مون کي سياسي اڳواڻ ٿيڻ جو حرص ڪڏهن بہ نہ ٿيو آهي. پر مون کي ڪو بہ شخص انهيءَ ذهني آسودگيءَ کان محروم ڪري نہ ٿو سگهي تہ اڄ جو هندستان، جنهن لاءِ منهنجو وجود غير ضروري آهي، انهيءَ ئي راهہ تي هلي رهيو آهي جنهن لاءِ مون ڳچ ورهيہ اڳ ان کي صلاحيو هو.

اڄ ڪانگريس "چونڊيل اسيمبلي" جي خيال جي حمايت ڪري رهي آهي پر مون 1927ع ۾ راءِ ڏني هئي تہ "سائمن ڪميشن" جي بائيڪاٽ واري جدوجهد سان گڏوگڏ، چونڊيل اسيمبليءَ جو مطالبو بہ ڪيو وڃي پر انهي وقت "قوم پرست هندستان" جي مها اڳواڻن، مون جهڙي خسيس ماڻهوءَ جي ڳالهہ تي ڌيان ڏيڻ مناسب نہ سمجهيو هو پر اڄ جو ڪو بہ عقل جو صاحب ٿڌي سيني سان ويهي سوچيندو تہ ڪيس سنئون سنواٽو سمجهہ ۾ ايندو تہ جيڪڏهن "چونڊيل اسيمبليءَ" جي گهر، گهٽ وڌ هٿ ۾ ڪنئي وڃي ها، تہ هندستان جي سياسي حالت اڄ ڪا ٻي هجي ها.

1931ع ۾ بہ ڪانگريس جا گهڻا تڻا اڳواڻ "چونڊيل اسيمبليءَ" جي خلاف هئا. ٻئي طرف ڪميونسٽ بہ منهنجي مٿان بهتان هڻي رهيا هئا تہ "چونڊيل اسيمبلي" جو نعرو هڻي. مون "وچين شهري" (بورزوا) قوم پرست هئڻ جو ثبوت ڏنو آهي. اڄ ٻنهي ڌرين پنهنجي سوچ ۽ فڪر ۾ ڦير گهير آندي آهي ۽ ٻيئي "چونڊيل اسيمبليءَ" جي گهر ڪري رهيون آهن پر انهيءَ هوندي بہ قوم پرست هندستان منهنجي وجود کي بيڪار سمجهي ٿو ۽ مان ڪميونسٽن جي آڏو اڄا تائين غدار آهيان.

اڄ قربانيءَ ۽ ايثار جي علمبردارن مون جهڙي مسڪين کي اڇلائي ڪٽي پوئتي ڦٽو ڪيو آهي. جڏهن چوٿائي صدي اڳ اهي علمبردار آرام ۽ ماٺ ميٺ واري زندگي بسر ڪري رهيا هئا تہ مان هندستان کي آزاد ڪرائڻ جي ڏوهہ ۾ جيل جي سزا ڀوڳي رهيو هوس. انهيءَ وقت منهنجي چمار بہ ڪا ايڏي وڏي ڪا نہ هئي پر برطانوي سامراج مون جهڙي ٻي ضرر انسان کي پنهنجي توجهہ جي لائق سمجهيو ۽ هاڻي بہ سمجهي رهيو آهي. بنديخانن ۾ منهنجي وڃڻ جو سبب ڪنهن بہ سستي قسم جي تمغي يا سراپا حاصل ڪرڻ جو هوس ڪونہ هو. انهيءَ بنديخانن جي اذيت هڻي منهنجي صحت کي جهوري وڌو پر انهيءَ پيڙا منهنجي روح تي ڪو بہ اثر ڪونہ ڪيو ۽ ان ۾ منهنجا حوصلا ماڳهين وڌيڪ مضبوط ٿيا.

انهيءَ آزمائش جي ڪري پاڻ مون ۾ وڏيڪ مضبوطي ۽ خود اعتمادي پيدا ٿي. سچ پچ ته انهيءَ سوچڻ سان مون کي ڏاڍي خوشي حاصل ٿيندي آهي ته آزادي حاصل ڪرڻ جي هلچل ۾ منهنجو حصو بنهه ڪو حقير قسم جو ڪونهي، اها ہي ڳالهه آهي ته عوام جي آڏو انهيءَ جدوجهد کي ميسارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هجي.

ڪوڙ ۽ ڪچ خلاف مان لڳاتار جهاد ڪندو رهندس، هن وقت مون کي سستي قسم جي شهرت حاصل ڪرڻ جي اندر ۾ آنڊ مانڊ ڪانهي ۽ خوش قسمتيءَ سان منهنجي ذهني اوسر هوندئن به ايتري ڪريل ڪانهي، جو مان ڪنهن هلڪڙائپ واري گڻ يا مڃتا حاصل ڪرڻ پويان ڊوڙيو هجان. هن ملڪ ۾ معتبر ٿيڻ جو آسان طريقو آهي ته عوام جي جهالت ۽ ابوجهائپ مان غلط فائدو وٺي، ڪين اچا بہ غلط دڳ سان لائجي.

گهڻو ڪري ڏٺو ويو آهي ته عوام ۾ اهڙي قسم جا رهبر گهڻا مقبول ٿيندا آهن، جيڪي عوام کي وڏيڪ گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اهڙا ماڻهو جيڪي ابوجهه عوام جي جهالت ۽ وهمن پريل زندگيءَ سان ها ۾ ها ملائيندا آهن، اهي جتي ڪٿي جلد ئي مشهور معروف بڻجي ويندا آهن. اهڙي قسم جا ماڻهو انهيءَ ڪري جلد از جلد مشهور ٿي ويندا آهن جو يا ته هو ڏٺو وائٺو عوام کي گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن يا هو پاڻ بہ انهيءَ جهالت ۾ پاڳي پائيوار هوندا آهن. اسان جي ديس جو عوام خاص پراڻين ريتين ۽ رسمن ۾ انڌو اعتقاد رکي ٿو. انهيءَ ڪري ڪين سچي دڳ تان ٿڙڪائڻ تمام سولو آهي پر اهو سمجهڻ گهرجي ته مستقبل جي سنوارڻ لاءِ ماضيءَ سان بغاوت ڪرڻ ضروري آهي. اهو بہ هڪ بنيادي ڪارڻ آهي جو ترقيءَ جي راهه سنواريندڙ ڪڏهن بہ مشهور نہ ٿيا آهن. اڄ جي حالت ۾ جيڪڏهن ڪن اڳواڻن جو نالو مشهور ٿئي ته خود ڪين ئي سمجهڻ گهرجي ته هو يا ته مشڪلاتن کان گهبرائجي، غلط راهه تي هلي رهيا آهن يا بسندن راهه جو پنڌ سولو ته آهي پر ڪين ڪڏهن بہ منزل مقصود تي ڪونہ رسائيندو.

تواريخ جا سيئي وڏا اڏيندڙ ۽ ڊاهيندڙ منڍ منڍ ۾ گمناميءَ واريءَ حالت ۾ رهندا آيا آهن، پر انهيءَ گمناميءَ ۾ رهندي بہ سندن محنتون صاب پيون ۽ انهن، انسانن جي تقديرن کي ڦيرائي ڇڏيو. مثال طور جڏهن ”ڪرنسڪيءَ جي عروج جو سج پوري وچ آسمان تي هو ۽ سڄي دنيا ڪيس روس جو ”نجات ڏياريندڙ“ سمجهي رهي هئي، انهيءَ وقت ورِي ”لينن“ هڪ غير معروف شخص هو ۽ رڳو ان جا چند ساٿي سندس عقل، ذهانت ۽ ٻيءَ وٿ کان واقف هئا. اڄ سڄي دنيا ڄاڻي ٿي تہ لينن پنهنجي گمناميءَ واري دور ۾ جيترو روس جي آزادي لاءِ ڪم ڪيو هو انهيءَ جي ڀيٽ ۾ ڪنهن بہ شخص پنجاهون حصو بہ ڪم ڪونہ ڪيو هو. انقلابي اڳواڻ جي حيثيت ۾ لينن جي سوُيِ هرويرو يقيني ڪانہ هئي ڇاڪاڻ تہ انسان تواريخي هلچل تي اثر انداز تہ ٿي سگهي ٿو پر اهڙو ڪو بہ قانون ڪونهي تہ تواريخ هرويرو اهڙن ماڻهن جي عزت ۽ عظمت کي مڃتا ڏئي، جن تواريخ ۾ غير معمولي واقعن کي ڏاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هجي. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ سندن تيار ڪيل اسٽيج تي آخري وقت ۾ ڪو ٻيو دعويدار بڻجي، ڇاپو هڻي ويهي رهي پر اهڙن تواريخ ساز شخصيتن جو بذات خود وجود ۾ اچڻ بہ هڪ ڪارنامو آهي. انهيءَ ڪارنامي جي اهميت کي گهٽ ڪري مڃيو ڪونہ ويندو آهي، پر انهيءَ جو احساس ڪنهن نہ ڪنهن نموني تواريخ کي ۽ وقت کي ضرور پيو ٿيندو آهي.

ائين بہ ٿيندو آهي تہ پيدا ٿيندڙ صورتحال ڪنهن تواريخ ساز شخصيت جي ڪيل اڳڪٿين جي هوبهو شڪل اختيار ڪري، پر پوءِ بہ اها تواريخ ساز شخصيت گهٽ ٿو تواريخي سورمي جي حيثيت اختيار ڪري نہ سگهي. لينن جي تواريخ ساز شخصيت جو مثال تواريخ ۾ تمام ڇڊو ملي ٿو. انقلاب فرانس جي ڪنهن بہ اڳواڻ کي لينن جو رتبو حاصل ٿي نہ سگهيو. اهي اڳواڻ گهٽ ٿو بي نام و نشان ٿي رهيا پر مقبوليت انهن کي حاصل ٿي، جيڪي انقلاب جا خالق نہ پر ان جي پيداوار هئا. جيڪڏهن انقلاب جو اصلي خالق انقلاب جو سونهون ٿئي، تہ انهيءَ انقلاب جي پٺڪڙ جو سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو

ٿئي پر ٻيءَ صورتحال ۾ نوان اڳواڻ ڪم ڪي ڪاري بہ سگھن ٿا. روسي انقلاب جي رهنمائيءَ ڪي ڏسبو تہ سندس حقيقي سونهون سندس خالق هو جڏهن تہ انقلاب فرانس جي اڳواٽي ٻئي قسم جي رهبرن ڪئي، جيڪي ان جا خالق نہ پر ان جا خلقيل هئا. انهيءَ ريت انهن ٻنهي انقلابن جو فرق صاف ظاهر آهي. مشهوري حاصل ڪرڻ منهنجي وس ۾ ڪانهي پر ڪوڙ جي خلاف جدوجهد جاري رکندس، پوءِ ڪٿي انهيءَ ڪم ڪي چڱين نظرن سان ڏٺو نہ بہ وڃي.



# انقلاب جي تاريخ

اسين هڪ انقلابي دور مان گذري رهيا آهيون، انهيءَ ڪري تواريخ کي انقلابي نقطه نگاهہ کان پرکڻ ۽ پڙهڻ، اسان لاءِ تمام ڪارائتو ثابت ٿيندو. اسان جا مسئلا اچوڪي دور ۾ خاص حيثيت جا آهن. اسان وٽ جيڪو بہ انقلاب ايندو تہ ضروري نہ آهي تہ ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ آيل انقلاب جو هوبهو نقل هجي، پر انقلاب بہ ٻين تواريخي واقعن وانگر چند اصولن جي زير اثر اچن ٿا. ڪو بہ انقلاب تيستائين اچي نہ ٿو سگهي، جيستائين انهيءَ جي گهرج نہ هجي. ڪنهن بہ انقلاب جي جيڪڏهن شدت سان ضرورت محسوس ٿئي تہ دنيا جي ڪا بہ طاقت ان انقلاب کي روڪي نہ سگهندي.

هندستاني عوام جي ڀلائيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ انقلاب جو اچڻ اٽل ٿي آهي. انهيءَ ڪري اهڙن شخصيتن جو وجود ۾ اچڻ بہ ضروري آهي، جيڪي انقلاب جي آمد جو ڪاٿو لڳائي ان لاءِ ميدان هموار ڪن. اهڙين شخصيت کي انقلابي سڏبو آهي. اها ذميواري اسان قبول ڪئي آهي. انهيءِ ڪري اسين ”انقلابي“ آهيون. اسين ايندڙ انقلاب لاءِ ميدانُ هموار ڪري رهيا آهيون اسين انهيءَ انقلاب جا پيغامبر آهيون. ان حالت ۾ سيپيئي انقلاب دشمن قوتون اسان کي نفرت ۽ ڌڪ ڀريل نگاهہ سان ڏسڻ ۾ حق بجانب آهن. اسين اهڙين انقلاب دشمن قوتن کي انهن سيني وسيلن کان محروم ڪري ڇڏينداسين، جيڪي عوام جي ترقيءَ ۽ ڀلائيءَ جي راهہ ۾ پٿر وانگر بيٺل آهن.

انساني تواريخ جي پڙهڻ سان چٽيءَ ريت خبر پوندي تہ هميشہ سماجي، سياسي ۽ ذهني اوسر جيءَ واڌ ڪري تمام ضروري اٿلون پٿلونَ ٿيون آهن. ماضيءَ ۾ انهن اٿلن پٿلن جي ڪري، تمام

خوفناڪ هنگاما ۽ ويڙهاند ٿي آهي. پهريائين ترقي پسند قوتون، وقت جي بيٺل ۽ رائج سرشتي اندر پرورش پائينديون آهن. جيڪڏهن ترقيءَ ۽ عام خوشحاليءَ لاءِ اهم اٿل پٿل آڏو ڪا به رڪاوٽ پيدا نه ٿئي ته گڙ ٻڙ ۽ ويڙهاند جي صورت حال پيدا نه ٿيندي پر تواريخ جو تجربو ٻڌائي ٿو ته اهي قوتون جيڪي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جون خواهشمند هونديون آهن، انهن جي راهه ۾ وقت جو بيٺل سرشتو پنهنجي خاص نوازيل "خلق" وسيلي، وڏي رڪاوٽ بڻبو آهي. انهيءَ ڪري عام خوشحاليءَ جي بحال ڪرڻ لاءِ، انهن رڪاوٽن ۽ رنڊڪن کي ختم ڪرڻ ضروري هوندو آهي. هن وقت تائين ڪو به اهڙو مثال موجود ڪونهي ته وقت جي بيٺل يا رائج سرشتي، ترقيءَ ۽ آزاديءَ جي راهه هموار ڪرڻ لاءِ پنهنجو انت پاڻ آندو هجي. انهي ڪري وڏين اٿلن پٿلن لاءِ گوڙ گمسان ۽ ويڙهاند جي نوبت ضروري ايندي آهي. انهيءَ گوڙ گهمسان ۽ ويڙهاند جو نالو "انقلاب" آهي.

اهڙي قسم جي تبديليءَ لاءِ هنگامي ۽ گهمسان جي ضرورت ڪان بيجان ۽ مادي دنيا به وانجهيل ڪانهي. مثال طور ٻاڦ ٺهڻ جي عمل کي ڏسو: اسان سيني کي خبر آهي ته جڏهن پاڻيءَ کي گرم ڪبو ته ٻاڦ ٺهندي آهي، پر ڪيترن ماڻهن کي شايد اها به خبر نه هجي ته ٻاڦ ٺهڻ جو عمل سڄي جو سڄو ڏاڪي به ڏاڪي نه ٿيندو آهي، پر هڪ حد ڪانپوءِ اهو "فورن انقلاب" جو نتيجو هوندو آهي. جڏهن پاڻيءَ کي گرمي پهچائي وڃي ٿي، ته اها ان ۾ جذب ٿيندي رهي ٿي. ڏسڻ ۾ اهو عمل ڏاڪي به ڏاڪي ۽ مانيٽو هوندو آهي پر بنيادي طور ۽ پنهنجي مقصد تي پهچڻ جي سانگي اهو عمل ائين ڪونهي. هڪ خاص نقطي تي پهچڻ ڪانپوءِ پاڻيءَ ۾ هنگامي ۽ گهمسان جي حالت شروع ٿئي ٿي، جيڪڏهن پاڻيءَ جي ٿانءَ مٿان ڍڪڻ رکيو وڃي ته ٻاڦ ان کي ڏڪي پري ڦٽو ڪندي. انهيءَ ڍڪڻ کي ٿانءَ مٿان وري مضبوطيءَ سان ڪپائي رکيو وڃي ته ٿانءَ ٽڪر ٽڪر ٿي پوندو ۽ اهو پنهنجي جاءِ تي هڪ قسم جو ننڍو "انقلاب" آهي.

گرميءَ جي پهچڻ ڪانپوءِ پاڻي هڪ نئين شڪل اختيار

ڪري ٿو. هڪ خاص حد تائين اهو مٿا ستا جو عمل آهستگيءَ سان جاري رهي ٿو پر انهيءَ عمل جي لڳاتار جاري رهڻ ڪري، ان لاءِ ٿانءَ جو قيد برداشت ڪرڻ ممڪن ڪونہ ٿو رهي ۽ ٿانءَ جي مٿان جيڪڏهن ڍڪڻ رکيو تہ اهو عمل ان کي ڌڪي پري ڦٽو ڪندو. جيڪڏهن ٿانءَ جي مٿان ڍڪڻ نہ رکيو تہ اهو عمل گهٽو تڻو غير متشدد يعني ماٺ ميٺ ۾ رهندو. انهيءَ هوندي بہ ڪليل ٿانءَ ۾ پاڻيءَ جو اهو اڀرڻ مڪمل طور مانيٽو نہ رهندو. فرق ان حالت ۾ رڳو ايترو رهندو تہ ڳڙ ٻڙ گهٽ رهندي. ڳڙ ٻڙ گهٽو تڻو ٻاهرين رنڊڪ يا روڪ جو نتيجو ٿئي ٿي. جيڪڏهن رنڊڪ تمام شديد هوندي تہ ڳڙ ٻڙ بہ اوتري طاقتور هوندي ۽ جيڪڏهن پوريءَ طرح بند ٿانءَ ۾ پاڻيءَ کي اباريو وڃي تہ ڌماڪو بہ ضرور ٿيندو.

مادي دنيا جو اهو قانون انساني سماجي اوسر سان بہ لاڳو ٿئي ٿو. لڳاتار ترقيءَ ۽ پلائيءَ لاءِ جيڪي تبديليون ضروري آهن، اهي جڏهن هڪ اهڙي نقطي تي پهچي وڃن ٿيون تڏهن انهن جي مخالفت شروع ٿئي ٿي، جيڪڏهن اسين پانيون تہ سماجي اوسر انهيءَ جاءِ تي رڪجي نہ وڃي، تہ پوءِ ان جي آڏو آيل رنڊڪ کي پاسيرو ڪرڻ ضروري آهي. انهيءَ رنڊڪ ۽ مخالفت کي هٽائي پاسي ڪرڻ، هڪ زوراٽتو يا تشدد وارو طريقي ڪار آهن. پر تشدد جي استعمال جي صورت ان جي آڏو آيل رنڊڪ ۽ مخالفت تي منحصر آهي. هتي بہ ساڳيو عمل آهي، جيڪو ابرندڙ پاڻيءَ مٿان رکيل ڍڪڻ جو آهي، جنهن کي ٻاڦ جو زور ڪنيو پرتي اڇلايو ڇڏي. جيڪڏهن اوهان جي اخلاقي ۽ نزاڪت پسند طبيعت يا حس، ابرندڙ پاڻيءَ جي ڳڙ ٻڙ کي برداشت نٿي ڪري تہ پوءِ اوهان کي ٻاڦ ڪانسواءِ گذارو ڪرڻو پوندو. انهيءَ صورتحال ۾ ظاهر آهي تہ موجوده تمدن جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ انقلابي سلسلي جي مخالفت جو مطلب ٿيو تہ سماجي ترقي هڪ خاص حد تائين ٿي سگهي ٿي، پر انهيءَ کان اڳ پرو وڪ وڌائي نٿي سگهي. انهيءَ ڪري انقلاب جا مخالف انساني ترقيءَ جا دشمن ليکبا آهن. انقلاب جي مذمت ڪرڻ جڻ تہ ابرندر پاڻيءَ سان هٿ چراند

ڪرڻ آهي ۽ پوءِ چوڻ تہ پاڻي ٻاڦ ۾ متجڻ ڪانپوءِ ڏڪڻ ڪي اڇلي پري ڇو ٿو ڦٽو ڪري!

اهڙن ماڻهو جو تعداد هندستان ۾ تمام ٿورو هوندو. جيڪي چوندا هجن تہ هن ملڪ ۾ جيڪي ڪجھ وهي واپري پيو سوسڀ ٺيڪ آهي ۽ هند واسين کي ڪنهن بہ تبديليءَ يا ڦير گھير جي ضرورت ڪانهي. تقريبن هر شخص موجوده سرشتي جي ڪانہ ڪا اوڻائي ڇاڻي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو. مزورن ۽ هارين جي حالت تہ ماڳهين وڏيڪ خراب آهي. جيڪڏهن مزور ۽ هاري انهن بدتر حالتن جي خلاف آواز اٿارين ٿا تہ ڪي ماڻهو انهيءَ آواز کي شر ۽ فساد خيال ڪن ٿا ۽ انهيءَ خلاف شڪايتون ڪن ٿا. جن ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي هارين جي ڀيٽ ۾ ڪجھ چڱيرڙي آهي تہ اهڙا ماڻهو گوڙ گهمسان ڪونہ ٿا ڪن. پر گوڙ گهمسان اهي انسان ڪن ٿا، جن جي لاءِ بک برداشت ڪرڻ وس کان ٻاهر آهي. اهي ماڻهو نڪري ٻاهر بيهن ٿا ۽ وڏي اڳتي اچن ٿا. اهڙا ماڻهو سڄي ملڪ جي حالتن جو سنئون سڌو ۽ پڌرو اظهار هوندا آهن.

انقلاب جو بنيادي اصول هيءَ هوندو آهي تہ اهي تيستائين رونما نہ ٿيندو آهي، جيستائين سماجي چرپر يا هلچل اها گهر نہ ڪري تہ موجوده سرشتي ۾ مڪيہ تبديليون آنديون وڃن. سماج جو هڪ طبقو جيڪو باقي سماج جي ڀيٽ ۾ اهم تبديليءَ جي ضرورت شدت سان محسوس ڪري ٿو اهو انقلاب جو علمبردار بڻجي اڳتي وڌي ٿو. انهيءَ طبقي جي دلي اڇل باقي سماج جي اُڌمي ۽ اُڇل جو آئينو هوندي آهي ۽ ان جو مفاد باقي سماج جي گڏيل امنگن مطابق هوندو آهي. انهيءَ ڪري اوهان کي انهن غريبن پورهيتن تي خفا نہ ٿيڻ گهرجي، جيڪي پنهنجن هڙتالن جي ڪري، ڪنهن مال (شاهي) روڊ ۾ خلل پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجن ٿا. هو انهيءَ راھ جا پانڌيئڙا آهن، جيڪا اوهان سيني کي طئي ڪرڻي آهي بشرط ڪہ اوهين بہ امن ۽ خوشحالي واري حياتي گهارڻ جا خواهشمند هجو. مال روڊ جو محدود امن، ٿي سگهي ٿو تہ اوهان مان ڪيترن کي پسند هجي پر

اوهان پنهنجي دل تي هٿ رکي ٻڌايو تہ اوهان منجهان ڪيترا اهڙا آهن، جن کي زندگيءَ جي فڪر ۽ فساد کان مڪمل امان ۽ نجات حاصل آهي؟

بهرحال تواريخ اسان کي ٻڌائي ٿي تہ جڏهن انقلاب جي نوبت اچي ٿي تہ پهريائين بلڪل هڪ مختصر گروهہ کي انهيءَ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي ۽ اهي ماڻهو گهڻو ڪري ان جا "اڳواڻ" هوندا آهن. انهن کي سماج جي ظلم ۽ تشدد جو نشانو بڻجڻو پوندو آهي ۽ کين بد اخلاق، ذليل، خوني ۽ فسادي سمجهيو ويندو آهي.

يسوع مسيح جي پيچاڙي بہ ٻين انقلابين وانگر ساڳي آهي. ترقيءَ جي سيني دعويدارن کي سوريءَ سينگار تيڻو پوي ٿو ۽ اُهي "ڦاهيون" الڳ الڳ صورتون اختيار ڪن ٿيون. اڄ تائين ڪو بہ دعوي سان چئي نٿو سگهي تہ انقلابين جو ڪيترو انگ ڦاهيءَ چاڙهيو ويو آهي. سڌريل دنيا ۾ سوريءَ چاڙهڻ جا سڌريل طريقا ايجاد ٿي چڪا آهن. يسوع مسيح کي ٽياس (صليب) تي چاڙهيو ويو پر سندس روح امر آهي. رومي شهنشاهيت، جنهن يسوع مسيح کي موت جي سزا ڏني، اُها سندس هلايل تحريڪ سان مهاڏي اٽڪائڻ ڪري پرزا پرزا ٿي ويئي. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ ابتدائي دور ۾ مسيحين جي گهٽ انگ وانگر، اڄ جي انقلابين جو انگ بہ ٿورو هجي. ائين بہ ممڪن آهي تہ اسان بہ مختلف طريقن سان ڦاهي چاڙهيا وڃون پر اسين اچوڪي همٿ ڀرئي دور جا نمائندا آهيون ۽ اُها همٿ ۽ مڙسي، اُنهن سيني رنڊڪن جو خاتمو آڻي ڇڏيندي، جيڪي هندستاني عوام جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ جي راهہ ۾ حائل آهن.

ماڻهو سمجهن ٿا تہ انقلاب ڪا نئين قسم جي خوفائتي راند آهي، روسي انقلاب اُنهيءَ "شرارت"، جي شروعات آهي ۽ هاڻي ٻين ملڪن جا انقلابي بہ اُنهيءَ جي پيروي ڪرڻ ۾ پورا آهن پر جن ماڻهن تواريخ جو ڪجهہ اڀياس ڪيو آهي، اُهي اُنهيءَ "شرارت" جو منڍ "انقلاب فرانس" کي سمجهن ٿا ، بهرحال گهڻن تڻن ذاهن جي گڏيل راءِ آهي تہ هن مصيبت جي شروعات، ارڙهين صديءَ کان ٿي آهي، اُنهيءَ

ڪان اڳ تاريخ سنئين سنواٽي ءِ سانت واري هئي، جيڪو پنهنجي جاءِ تي تاريخ جو هڪ غلط ويچار آهي. مون ڪي جيڪڏهن تواريخ جي وصف هڪ فقري ۾ بيان ڪرڻي هجي تہ ائين چوندس تہ انساني تواريخ، انقلابن سان سٽي پئي آهي. هن جاءِ تي انقلابن تي پيرائتو بحث ڪري نٿو سگهجي پر تواريخ جي چند واقعن جو ذڪر سو ضرور ڪندس ءِ اُنهن جي قدر ءِ قيمت جو اندازو انهيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ تواريخ ۾ اُنهن ئي حقيقتن ڪي "انقلاب" سڏيو ءِ سمجهيو ٿو وڃي.

اچو تہ شروعات اسان پنهنجي ملڪ ڪان ڪريون. اها حقيقت آهي تہ بين ملڪن جي ڀيٽ ۾ هندستان ۾ گهٽ انقلاب آيا آهن. هاڻي سوال اُٿي ٿو تہ انهيءَ صورتحال تي اسان ڪي فخر ڪان ڳاٺ اوچو ڪرڻ گهرجي يا شرم ڪان ڪنڌ جهڪائڻ گهرجي؟ منهنجي آڏو تہ اها شرم جهڙي ڳالهہ آهي. هيڏو وڏو ملڪ، جيڪو پنهنجي پراڻيءَ تهذيب ءِ تواريخي ورثي تي فخر ڪري، انهيءَ تي ايتريون چڙهايون هجن ءِ بار بار اُهو غلام بڻيو هجي، هر انهيءَ ڦوروءَ آڏو سيس نوائي، جنهن بہ اُن ۾ پير پاتو هجي! ڇا، اها شرم ءِ ندامت جهڙي ڳالهہ ڪانهي؟ اسين هندستان جي گذريل هڪ هزار سالن جي تواريخ جي انهيءَ شرمناڪ پهلوءَ جي باري ۾ ڇا ٿا چئي سگهون! هندستان جا قوم پرست انهيءَ تي جيڪا ٽيڪا ٽپڻي ڪن ٿا، اُها اُنهن ماڻهن ڪي مطمئن ڪرڻ ڪان قاصر آهي، جيڪي تواريخ جو مطالعو هڪ سائنس جي حيثيت سان ڪن ٿا. اهي پنهنجي ملڪ جي انهي تواريخي حيثيت ڪي اتفاقي حادثن جو هڪ سلسلو ڪونہ ٿا سمجهن. باهرين ڏيک ويک ۾ هندستان جي عظيم الشان عمارت، باهرين حملن جو ڌڪ انهيءَ ڪري برداشت نہ پئي ڪري سگهي، ڇو تہ هيءَ عمارت پراڻي ءِ زبون ٿي چڪي هئي. اُنهيءَ جي رهواسين، عمارت ۾ وقت آهر ردوبدل نہ آندي هئي ءِ نہ وري سندس مرمت ڪئي هئي.

هندستاني تواريخ ۾ انقلابن جي کوٽ اِنهيءَ ڳالهہ جو ثبوت آهي تہ هِتي سماجي اوسر جو عمل آزادانہ ڪونہ ٿيو آهي. اُنهيءَ عمل

۾ رڪاوٽ پيدا پئي ٿيندي رهي آهي، جنهن ڪري هتان جي رهواسين جون اهليتون وقت تي ڪم اچي نـ سگهيون. پر اهي اهليتون ۽ قابليتون اجا تائين فنا ڪونـ ٿيون آهن ۽ انهن کي ڪارگر بڻائي سگهجي ٿو. اها گڏ ٿيل قوت جيڪا پاڙ کي ڪيترن ئي انقلابن ۾ ظاهر ڪري پئي سگهي، اُها هڪ عظيم انقلاب جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندي. اُهو دنيا جو عظيم انقلاب هوندو. اُنهيءَ انقلاب کان پوءِ ئي هندستان ترقيءَ ۽ اوسر جي صحيح دڳ تي روانو ٿيندو.



# مذهبي انقلاب

هندستان ۾ پهريائين ٻه هڪ عظيم تواريخي انقلاب رونما ٿيو هو. اُهو ٻڌ ڌرم جو عروج هو ۽ اُهو انقلاب، پراڻيءَ دنيا جو هڪ وڏو انقلاب هو ۽ اٿين چوڻ ۾ هبڪ محسوس نه ٿيندي ته اُنهيءَ انقلاب جي عظمت، وقت جي قيد کان آزاد هئي پر اُنهيءَ انقلاب کي شڪست ڏني ويئي. اُن کانپوءِ هندستان کي جن مصيبتن ۽ بدبختين جو منهن ڏسڻو پيو، سو سڀ اُنهيءَ انقلاب جي ناڪاميءَ مغلوب ٿيڻ ڪري هو. اُن وقت کان اڄ تائين هندستان پنهنجي بزرگن جي ڪيل اُنهيءَ گناهه جو ڪيتو لوڙي رهيو آهي. اُنهيءَ گناهه، هندستان جي ڀاڳ ۾ صدين جي غلاميءَ ۽ ذلالت لکي ڇڏي. هوندئن به جيترو وڏو گناهه ڪبو آهي، ته ڪيتو به اوترو لوڙبو آهي. اسان جي هڪ هزار سالن جي غلاميءَ ۽ مصيبت، اسان جي بزرگن جي ڪيل گناهه جي سزا آهي، جن هَٺُ وٺي ٻڌمت کي تباهه ڪيو پر اُها سزا رڳو ڪافي ڪانهي، اسان کي پنهنجن بزرگن جي ڪيل غلطيءَ جو ازالو به ڪرڻو آهي. اُهو اهڙيءَ طرح ٿي سگهي ٿو ته اسين پنهنجي ملڪ ۾ اهڙو انقلاب آڻيون، جيڪو تواريخ جو عظيم انقلاب هجي. اُنهيءَ انقلاب جو مطلب سياسي سرشتي جي بدل سدل ڪانهي. اُنهيءَ انقلاب آڻڻ لاءِ هندستاني سماج جي سڄيءَ عمارت کي ڍاهي پَٽ ڪرڻو آهي ڇو ته اُها عمارت مڪمل طور پراڻي ۽ پاڙان ڪاڌل آهي، جنهن ڪري سماج ۾ روحاني ذلت ۽ ذهني پستي پکڙجي رهي آهي. صرف اِنهيءَ پُٺيءَ عمارت جي سڙيل ڍير کي ميڙي، پري ڦٽو ڪرڻ کانپوءِ ئي اسين هندستان ۾ نئون نظام قائم ڪري سگهون ٿا، جنهن ۾ ايتري آزادي هجي، جو هُو ٻين ملڪن لاءِ مثال بڻجي سگهي. جيڪڏهن اسين

قديم هند جي اُنهيءَ انقلاب (ٻڌ انقلاب) مان سبق پرايون، ته اسان کي پنهنجي هن تواريخي ڪم کي اُڪلائڻ ۾ سهوليت ٿيندي.

اُهو رڳو هڪ خواب ڪونهي ۽ نه وِرياِها ڪا ڊاڙ آهي. پر مان ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪندس ته هندستان ۾ انقلاب جو اچڻ ڇو ضروري آهي؟ جيڪو پنهنجيءَ جاءِ تي تواريخ جو عظيم انقلاب گذريل هڪ هزار سالن کان هندستان ۾ خوار خراب ۽ ذليل زندگي بَسر ڪري رهيو آهي. جڏهن ته ٻاهرينءَ دنيا ۾ ٽي اڇي چڪا آهن، جيڪي پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي انساني ترقيءَ جي ٽن منزلن جي نشاندهي ڪن ٿا. جيڪڏهن هندستان کي ترقيءَ جي ميدان ۾ ٻين ملڪن سان گڏوگڏ هلڻو آهي ته ڪيس انهن ٽنهي انقلابن جي تجربي مان گذرڻو پوندو. ڇا اُنهن تجربن ڪرڻ ۾ ان کي هزار ورهيه لڳندا!؟ جيڪڏهن ائين ٿيو ته پوءِ ان وچ ۾ ٻيا ملڪ ترقيءَ جون ٻيون ڪيئي منزلون طئه ڪري ويندا. ڏنو وڃي ته ترقيءَ جي رفتار به ڏينهون ڏينهن اڳ کان تکي ٿيندي پيئي وڃي. انهيءَ ڪري هندستان کي ارتقا جي منزلن ۾ ٻين ملڪن سان وک ۾ وک وجهي هلڻو آهي، ته اهي تجربا هندستان کي چند ورهين ۾ حاصل ڪرڻا پوندا، جيڪي ٻين ملڪن هزار ورهين ۾ حاصل ڪيا آهن.

اسان کي اڄا ته هندستاني سماج کي دقيانوسي سوچن ۽ مدي خارج ادارن کان نجات ڏيارڻي آهي، اڄا ته اسان کي پراڻي وقت جي جاگيرداري سماج ۽ پيداوار جي پراڻن طريقن کي ختم ڪرڻو آهي، جيڪي اسان جي اوسر جي دڳ ۾ وڏي رنڊڪ آهن. انهن سيني مصيبتن کانسواءِ هندستاني پرجا (عوام) کي غلاميءَ جي جديد ترين ڦر جي طريقن، يعني سرمايه دارانه ڦرلٽ کان نجات ڏيارڻي آهي. اسان کي سرمايه داريءَ جي ڀيانڪ صورت جي سختيءَ سان مخالفت ڪرڻي آهي، جنهن کي فاشزم (فسطائيت) چئجي ٿو. انهيءَ ڪري اهو انقلاب، جنهن جا اسين دعويدار آهيون، هڪ انقلاب نه پر ٽه طرفو انقلاب آهي. انهيءَ انقلابي تجربي مان ٻيا ملڪ هڪ هزار سالن ۾ گذريا ته اسان کي اهو ڪم چند ورهين ۾ پورو ڪرڻو آهي. اڄ تائين

انساني سماج جي ڪنهن به حصي کي انهيءَ قسم جي اهم فرض سان واسطو ڪونه پيو آهي. انهيءَ فرض جي عظمت ۽ اهميت جو سچو پچو اندازو اسان کي تڏهن ٿيندو جڏهن اسان گذريل انقلابن جي تواريخ کي اٿلائي پٿلائي ڏسنداسين ۽ ان جي پڙهڻ سان خبر ٿي پوي ته اسان جي ڏيهه کي ٽن جدا جدا قسمن جي انقلابن مان گذرڻ تمام ضروري آهي.

اسان جو ٽن قسمن جي مختلف مسئلن سان واسطو آهي. انهن مسئلن کي نه الڳ الڳ سمجهي حل ڪرڻو آهي ۽ نه ئي وري انهن مسئلن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري سگهجي ٿو. جدا جدا قسمن هئڻ جي باوجود، انهن مسئلن جي وچ ۾ ڳوڙهو ڳانڍاپو آهي ۽ انهن مسئلن جي حل ڪرڻ جو طريقو ايڏو ته منجهيل آهي جو تواريخ به اسان جي مدد ڪرڻ کان لاچار آهي. تواريخ ۾ ايڏي زبردست مونجهاري جو مثال ئي ڪونه ٿو ملي!

اوهان مان ڪيترا ماڻهو اهو ٻڌي شايد حيران ٿين ته ٻڌ ڌرم هڪ وڏو انقلاب هو. اها هڪ مذهبي تحريڪ هئي پوءِ انهي کي انقلاب جو نالو ڪيئن ڏيئي سگهجي ٿو؟ وڏا مدبر ۽ مها انقلابي به انقلاب کي خالص سياسي شيءِ سمجهن ٿا. بنيادي طرح اهڙن ماڻهن جي اکين تي به سماجي قدرن متعلق غلط ۽ تنگ نظرين جي پٽي ٻڌل آهي. انهن ماڻهن جي بنيادي غلطي اها آهي ته اُهي سماجي قدرن کي تواريخي نقطي نگاهه سان ڏسن ئي ڪونه ٿا. ان بنيادي غلطيءَ جي ڪري اهڙا ماڻهو تواريخي اوسر جي سلسلي ۾ اهو ڪونه ٿا سمجهن ته ڪنهن دور ۾ مذهب به انقلاب جو وسيلو رهيو آهي، انهيءَ ڪانسواءِ هڪ مذهب ٻئي جي پيٽ ۾ به وڏيڪ انقلابي ٿئي ٿو. تواريخ ۾ اهڙو به دور ٿي گذريو آهي جنهن ۾ انسان، مذهبي حدن اندر رهي غور ۽ فڪر ڪيو آهي. انهيءَ دور ۾ وڏين سياسي ۽ سماجي قوتن مذهبي تحريڪن جو روپ اختيار ڪيو هو.

زندگيءَ جي هر ڪاتي ۾ انقلاب ضروري آهي ڇو ته انساني زندگي ڪائنات جو هڪ جزو آهي، جنهن کي پنهنجي مادي عمل جي دوران پنهنجو پاڻ به ڪيترن ئي انيڪ انقلابن جي دورن مان گذرڻو

پوي ٿو. هر انقلاب سمورين انساني سرگرمين تي اثر انداز ٿئي ٿو. اسان جي اڄوڪي دور جا انقلاب، جن جي پيڙهہ سائنس ۽ مادي فلسفي تي آهي. انساني زندگيءَ جي روحاني ۽ اخلاقي مول متن تي مڪمل طور اثر وجهن ٿا پر اهڙو وقت بہ هو، جو هترادو وسوسن ۽ وهمن جي مذهب جو انساني ذهن تي مڪمل قبضو هو. پراڻي دور جا انسان بہ اسان وانگر جيئرا جاڳندا ساهہ هئا، پر سندن چوڌرائي مذهب ۽ ان جي ويساهہ، خدائن ۽ ٻين عجيب و غريب هستين وغيره جي وڏيڪ حيثيت هئي. انهيءَ ڪري ان زماني جو هر انقلاب پنهنجي جاءِ تي مذهبي تحريڪ هو. انهيءَ تحريڪ جو مقصد هو تہ عقيدن ۽ خيالن ۾ مٽ سٽ آڻجي. ان ريت پراڻي دور جا انقلاب مذهبي تحريڪ جي شڪل اختيار ڪندا هئا پر ائين چوڻ اجا وڏيڪ مناسب ٿيندو تہ دنيا جا سڀئي وڏا مذهب، انقلابن جي پيداوار هئا. ٻڌ ڌرم هڪ انقلاب هو. عيسائيت بہ هڪ انقلاب هو ۽ اها ساڳي حالت اسلام جي هئي. چين جو مذهب، جنهن اڳتي هلي ڪينفيوشس جي تعليم کي شڪست ڏني، اهو بہ هڪ انقلاب هو. انهن سيني مذهبن جي بنيادي جدوجهد جو مکيہ ڪارڻ اهو هو تہ پراڻن "فطرتي" يا فطرت پرست مذهبن جي پيشہ ور پوڄارين خلاف بغاوت ڪئي وڃي. هندو ڌرم بہ پنهنجي دور جي هڪ اهڙي قديم مذهب جو نالو آهي.

پراڻي دور جي انسان مادي حادثن کي سمجهڻ لاءِ خدائن جي تخليق ڪئي. هر مادي حادثي جو خالق هڪ خدا يا ديوتا کي سمجهيو ويو، جيڪڏهن هڪ ديوتا کي مينهن وسائڻ جو ڪم سونپيل هو تہ ٻئي ديوتا کي وري طوفان آڻڻ جو ڪم سپرد ٿيل هو ۽ ٽيون وري سج کي اڀاريندڙ هو. اهڙيءَ ريت هر ڪنهن مادي حادثي سان ڪنهن نہ ڪنهن ديوتا جو نالو ڳنڍيو ويو هو.

هن ڌرتيءَ تي اسان جي زندگي پڻ انهن مادي اتفاقن يا حادثن جي زيردست آهي. انهيءَ ڪري اهو اتساهہ پڻ قدرتي آهي تہ اسين انهن حادثن جي حيثيت جي پرک ڪيون ۽ انهن تي ٿورو گهڻو قبضو بہ حاصل ڪريون. انهيءَ ڪري فطري مذهب پڻ انهيءَ اتساهہ جي

پيداوار آهي. هڪ دفعو جيڪڏهن حضرت انسان پنهنجي سهوليت خاطر خدائن کي پيدا ڪيو تہ پوءِ انهن تائين پهچ جو ڪونہ ڪو وسيلو ڳولڻ ضروري ٿي پيو. هاڻي زمين تي انهن جا گماشتا (ايجنٽ) بہ ظاهر ٿيا، جن جي دعويٰ هئي تہ اهي سڀ ڪنهن کي بچائي سگهن ٿا ۽ خوش رکي سگهن ٿا.

ڪنهن قديم دور ۾، سمجهو تہ ڪنهن ڏينهن هڪ طوفان آيو هو. جنهن ۾ سڀ ميوا ۽ فصل ناس ٿي ويا هئا ۽ اهڙا طوفان ايندا پئي رهيا ۽ هاڻي بہ اچن ٿا. هارين اهوئي خيال ڪيو هوندو تہ اها سڄي تباهي، طوفان ديوتا جي رنجش ڪري ٿي هئي. خدائن جي پيدا ٿيڻ کانپوءِ قديم انسان جي لاءِ انهن وٽ رسائي حاصل ڪرڻ ۽ کين خوش ڪرڻ بہ ضروري ٿي پيو. انهيءَ سان گڏوگڏ هن کي وهم پيدا ٿيو تہ انهن وٽ يا انهن مان ڪنهن وٽ رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ سندن گماشتن سان رس رکڻ ۽ انهن جي رسائي ڪرڻ ضروري هئي. انهيءَ ڪري انهن کي پيش ڪري سگهڻ جهڙيون سوکڙيون پاکڙيون، سندن گماشتن کي ڏيڻ ضروري ٿي پيون. انهيءَ رسائيءَ، خدائي گماشتن جي اثر رسوخ ۾ واڌارو آندو. ساڳيءَ ريت پئي پاسي ڪجهہ ماڻهن کي اڳتي هلي محسوس ٿيڻ لڳو تہ خدائن جا گماشتا بڻجي، اهي پوڄاري ۽ پروهت سماج ۾ غير معمولي طور طاقتور ٿيا آهن ۽ پنهنجي طاقت کي برقرار رکڻ لاءِ، اهي (اقتدار جا مالڪ گماشتا) سماج جي ٻين طبقن جي خوشحاليءَ آڏو رنڊڪ بڻيا بيٺا آهن. انهن حالتن ۾ مفلوڪ الحال ۽ ايذايل طبقي، انهن پوڄارين کي اقتدار کان محروم ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي ۽ انهيءَ جدوجهد جي ڪارڻ، انساني تواريخ جا ڪيتري مکيہ انقلاب وجود ۾ آيا.

قديم فطري مذهب جي پوڄارين کي هڪ سماجي ڪم سونپيل هو ۽ اهو انهن لاءِ مخصوص هو. انهيءَ ڪري ان ٽولي يا طبقي جو وجود ۾ اچڻ ضروري ٿيو ۽ ڪجھ عرصي تائين اهو اقتدار جو مالڪ رهيو. هر قسم جي ترقيءَ لاءِ ضرورت کان وڌيڪ پيداوار پيدا ڪرڻ ضروري آهي. انساني سماج ترقيءَ جي منزل ڏي تڏهن وک وڌائي ٿو

جڏهن هو پنهنجن گهرجن کان وڌيڪ موڙي (دولت، ناڻو) پيدا ڪري ٿو. سماج ۾ هر فرد جي واڌو پيداوار هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ ڪري جيڪا شئي وجود ۾ اچي ٿي، انهيءَ کي ”قومي موڙي“ چئجي ٿو. پراڻي زماني ۾ خدائن جاگماشتا (پوڄاري) مختلف فردن جي واڌو آمدنيءَ کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جو وسيلو هئا. تواريخ جي مختلف دورن ۾ قومي موڙي مختلف ذريعن سان حاصل ٿيندي رهي آهي. منڍ واري زماني ۾ خدائن کي ملليل سوکڙيون ۽ نذر نياز، انهيءَ موڙي جي گڏ ٿيڻ جا ڪارڻ ۽ وسيلا هئا. پوڄاري نہ رڳو خدائي گماشتا هئا پر قومي موڙيءَ جا رکوالا بہ هئا. اها ٻئي حيثيت خدائي پلاوڻن (گماشتن) لاءِ وڏي فائديمند هئي. اهڙيءَ ريت انهن گماشتن وڏ ۾ وڏ موڙي گڏ ڪرڻ شروع ڪئي.

ڪالهہ هڪ خدا رٺل هو تہ اڄ ٻيو خدا ناراض! انهن ديوتائن کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪڪڙن، ٻڪرين ۽ ٻين کان وڌيڪ ملهائتن نذر و نياز جي ضرورت هئي. ٻئي پاسي پوڄاري انهن مڙني نذرانن کي هڪ وقت کائي يا ڪم آڻي ڪونہ پئي سگهيا، جنهن ڪري موڙي هڪ جاءِ گڏ ٿيڻ لڳي ۽ انهيءَ گڏ ٿيل موڙيءَ (دولت) جي آڌار تي پوڄاري سماج جو حڪمران گروهہ يا طبقو ٿي پيو. هاڻي جيڪڏهن پوڄارين کي وعدي پاڙڻ جي وسعت يا سگهہ هجي ها تہ انهيءَ حالت ۾ اڳتي هلي سندن خلاف نفرت نہ اسري ها. جيڪڏهن واقعي هو سڏيءَ طرح خدائن کي خوش ڪرڻ ۽ انهن کان پنهنجي ڳالهہ مڃائڻ جي لائق هجن ها تہ شايد انقلاب جي ضرورت ئي ڪانہ پوي ها ۽ نہ وري علم نجوم يا ڪي ٻيا علم هن سنسار ۾ وجود ۾ اچن ها. اهڙيءَ صورتحال ۾ انسان اڄ تائين، خدائن ۽ سندن گماشتن جي پوڄا ۽ پوئواريءَ ۾ غلطان هجي ها ۽ جي ائين هجي ها تہ انسان سڄورو پولار ۾ اکيو ڪپائي تارن جي چرپر کي نہ جانچي ها ۽ نہ وري مينهن واءُ ۽ گجگوڙن جي سوالن تي ويهي غور ڪري ها! پر ڇاڪاڻ تہ هتراڌو خدائن کان سڌي رستي پنهنجي ڳالهہ مڃرائڻ پوڄارين جي وس کان ٻاهر هئي، انهيءَ ڪري خود انهن لاءِ ۽ پڻ ٻين لاءِ اڳتي وڌڻ ۽ جستجو ڪرڻ اڻ ٽر ٿي پيئي ـ آهستي آهستي محنت جي قوت پيداوار ۾ واڌ

ٿيڻ لڳي ۽ واڌو پيداوار به وڌڻ لڳي جنهن ڪري هڪ نئين سماجي چرپر شروع ٿي، جنهن کي ”واپار“ سڏيو ويو. اُنهيءَ ڪري ملڪ جي ڌورانهن حصن ۾ مختلف فردن جي واڌو پيداوار جي وچ ۾ مٽا سٽا ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي ۽ اُن ڪم جي پوئواري ڪرڻ لاءِ هڪ نئون سماجي عنصر پيدا ٿيڻ لڳو جنهن کي ”واپاري“ سڏيو ويو. واپاري طبقو پنهنجي ذميواريءَ کي نڀائڻ لاءِ سماج ۾ ڪنهن فرض ادا ڪندڙ عنصر جي حيثيت سان ڪونه اُسريو هو، پر هو ملڪ جي جدا جدا حصن جي پيداوار جي مٽا سٽا ڪرڻ جي ڪري نفعو ڪمائڻ لڳو. واپارين جي اها خواهش به قدرتي هئي ته جيئن واڌو اپت ۾ واڌارو ٿيندو، اوترو ئي مٽا سٽا جي چرپر ۾ تڪائي پيدا ٿيندي ۽ واپارين جو نفعو به اُنهيءَ تيزيءَ سان واڌ کائيندو پر اُنهيءَ دور ۾ ملڪ ننڍڙا ننڍڙا هئا ۽ محنت جي قوت پيداوار به گهٽ هئي، اهڙيءَ صورتحال ۾ صاف ظاهر هو ته واڌو اپت ڪا گهڻي ڪانه پئي ٿي. سگهي ۽ اُنهيءَ اپت جو وڏو حصو وري پوڄارين وٽ نذر نياز جي شڪل ۾ گڏ ٿيندو پئي ويو. جيڪڏهن نذر نياز جي اُنهيءَ طريقي کي بنجو ڌنو وجي ها ته واڌو اُپت، مٽاسٽا جي ڪم اچي پئي سگهي ۽ اهڙيءَ ريت واپارين جي آمدنيءَ ۾ اضافو ٿي پئي سگهيو. انهيءَ سوچ، واپارين ۽ پوڄارين جي وچ ۾ ٽڪر ۽ ڇڪتاڻ پيدا ڪئي.

اِهو سلسلو واپارين جي مفاد خلاف هو ته واڌو اپت پوڄارين جي قبضي ۾ رهي. اُها واڌو اپت پوڄارين وٽ ديوتائن جي نذر ۽ نياز جي شڪل ۾ ايندي هئي. انهيءَ ڪري واپارين لاءِ ضروري ٿي پيو ته پنهنجن مفادن جي بچاءَ لاءِ پوڄارين جي حيثيت کي پائمال ڪن ۽ سندن خدائن جي وجود کي ختم ڪرڻ جا جتن ڪن. اهو ضروري هو ته خدائن کي ڏن ۽ بليدان ڏيڻ جي اُنهيءَ طريقي ڪار کي بند ڪيو وڃي.

سماج ۾ واڌو اُپت کي يڪجا/ ڪنو ڪرڻ هڪ ڪارائتو سماجي ڪارج هو، ڇو ته اُنهيءَ جو ڪجهه حصو بيڪار رهڻ نه گهرجي، پر لاڳيتي نفع مند استعمال ۾ رهڻ گهرجي. اهڙيءَ ريت واپار، موڙيءَ جي اُن استعمال جو رستو کوليو ۽ هڪ وسيلو مهيا

ڪيو. اهڙا ماڻهو جيڪي اُنهيءَ نئين سماج ۾ هڪ نئين حيثيت سان اُسريا هئا، اُنهن لاءِ لازم ٿي پيو ته هو خدائن جي مداخلت کي ختم ڪري، واڌو سماجي اُپت کي پنهنجي هٿ هيٺ آڻين. اُنهيءَ ڪانسواءِ واپاري، جنهن کان به اپت حاصل ڪندا هئا ته موٽ ۾ ڪجهه نه ڪجهه اُن کي ڏيندا به هئا پر جڏهن ته پئي پاسي جيڪا به شيءَ خدائن جي نذر ڪئي پئي ويئي، انهيءَ جو عيوضو موٽ چاهيندڙ کي سواءِ دم دلاسن ۽ خالي ڏٽن سٽن جي ڪجهه ڪونه هو. انهيءَ ڪري واپاري طبقي کي اُن معاملي ۾ پوڄارين تي فوقيت حاصل ٿي. نتيجي ۾ واڌو اپت جو وڏو حصو واپارين جي طبقي ڏانهن وڃڻ لڳو ۽ خدائن جي نذر ۽ نياز ۾ گهٽتائي اچڻ لڳي. پوڄاري قدرتي طور اُنهيءَ طريقي ڪار کي ناپسند ڪرڻ لڳا ۽ ان ڪري ٻنهي گروهن ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي ۽ اُن ڇڪتاڻ ڪيترن انقلابن کي جنم ڏنو.

واپارين جي جماعت انساني ترقيءَ جي سلسلي ۾ هڪ اهم ذميواري ادا ڪئي. سندن ڪارج جي بنيادي تقاضا هئي ته هو سفر ۾ هجن. سفر ماڻهوءَ جي سوچ ۽ فڪر کي وڌائيندو آهي. ڊگها سفر ۽ اُهي به گهڻو ڪري سامونڊي هجن ته اهڙن سفرن ۾ حادثن جي ڪري فطرت جو مادي نظام سمجهه ۾ اچي ٿو ۽ سفر ڪندڙن جي سوچ ۽ سمجهه وڌي ٿي ۽ وڌي ٿئي ٿي. اهڙن ماڻهن هن سنسار ۾ حقيقي فلسفي (سوچ) کي جنم ڏنو. اها پي ڳالهه آهي ته اُنهيءَ صورتحال جي پيدا ڪرڻ يا ٿيڻ ۾ اُنهيءَ گروهه جي خود غرضي به سمايل هئي، ڇو ته واپاري گروهه پوڄارين جي واڌو اپت تي قبضو ختم ڪرڻ ۽ خدائن جي وجود کي ميسارڻ جي ڪئي هو. بهرحال واپارين جو هن سنسار ۾ پهريون طبقو هو، جنهن فطري حادثن جي مادي طريقن ۽ اصولن معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سنئين سڌي ڳالهه آهي ته فطري حادثن مثلن مينهن، ڪنوڻ ۽ طوفان متعلق مادي اسبابن جي ڄاڻ حاصل ٿي ته معلوم ٿيو ته اُنهن حادثن سان ديوتائن جو ڪو به لڳ لاڳاپو ڪونه هو ۽ اهڙيءَ صورتحال ۾ پوڄارين جي حيثيت غير ضروري بڻجي پيئي. اُن حالت ۾ خدائن کي خوش ڪرڻ واسطي اُنهن جي گماشتن کي رشوت

۾ رسائي ڏيڻ جي ضرورت ڪانہ ٿي رهي ۽ ڪين ڏن ڏيڻ فضول خرچيءَ کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ هو.

عقل جي ڪسوٽيءَ تي فطري حادثن جي پرک ڪانپوءِ جو نتيجو نڪتو، سو هيءَ هو تہ پوڄارين جو زور ٽٽڻ لڳو ۽ هڪ زبردست ذهني انقلاب رونما ٿيڻ لڳو. اُن ڪانپوءِ تمام گهٽي وقت تائين خدائي گماشتن ۽ پوڄارين خلاف بغاوت سماجي ترقيءَ جو مکيہ وسيلو ثابت ٿي پر اڳتي هلي اُها بغاوت بہ هڪ نئين مذهب جي بنياد وجهڻ جو وسيلو ثابت ٿي. ائين ٿيڻ قدرتي پڻ هو. اُن زماني جو مادي يا طبعي علم گهٽيءَ حد تائين اڻ پورو هو. فلسفيانہ سوچ هوائي يا خالي خولي سوچ کان گهٽي قدر الڳ ٿي نہ سگهي، جنهن ڪري مادي مسئلن ۾ خام خيالي يا هٿراڈو سوچ جي ملاوت بہ شامل ٿي ويئي.

انسان فطري طور ڳولائو طبيعت جو رهيو آهي. حياتياتي يا جسماني لحاظ کان هڪ پوري سڌريل ذهن رکڻ جي ڪري، هو هميشہ غور ۽ فڪر ڪرڻ تي مجبور آهي. انهيءَ ڪري انسان لاءِ ضروري آهي تہ هو فطري اٿل پٿل يا قدرتي ڦيرين گهيرين، واقعن ۽ حادثن جي ڇنڊڇاڻ ۽ ڇيد ڪري، ٻيءَ حالت ۾ سندس عقل زنگجي ويندو ۽ هو ڪند ذهن يا چرياڻ تي پوندو. پراڻي جُڳ جا عقل هلائيندڙ يا سوچيندڙ فطري حادثن جا مڪمل اسباب ڳولي لهڻ کان قاصر هئا، جنهن ڪري من جي آنڌ مانڌ کي شانت ڪرڻ لاءِ خياليِ ۽ بي بنياد ڳالهين ۽ بيانن کي ميچي وقتي طور ڪٽي ماٺ ڪندا هئا. اُنهيءَ هوندي بہ فلسفي جي اوسر ۾ ان ابتدائي محدود فڪر کي بہ وڏي اهميت حاصل آهي ۽ مذهبي ارتقا اُنهيءَ محدود فڪر جي استعمال جو هڪ رخ ۽ رستو هو.

اهڙيءَ حالت ۾ قديم، خالص "فطري" مذهب جي پوڄارين جي ماٺ ڪائڻ ڪانپوءِ پراءَ لاءِ هڪ نئين مذهب جو قيام ضروري هو. اهو نئون مذهب هيڪڙائيءَ (توحيد) جو قائل هو. انهي نئين مذهب، پراڻي مذهب جي آسماني توڙي ڌرتيءَ جي خدائن ۽ ديوتائن جي جاءِ تي دنيا مٿان هڪ خدا جو راڄ قائم ڪيو، جنهن ڪري سڄي سنسار ۾ گهٽن

خدائن جي حڪمرانيءَ جي جاءِ تي هڪ عالمگير سرشتو وجود ۾ آيو جنهن جدا جدا ملڪن ۾ ڌار ڌار شڪل اختيار ڪئي. هڪ غير شخصي خدا جي موجودگيءَ ۾ پوڄارين ۽ پروهتن جي سماجي حيثيت پائمال ٿي ويئي ۽ پوڄارين جهڙي طاقتور گروهہ جي اقتدار جو انهيءَ طرح خاتمو هڪ اهم انقلاب هو.

قديم هند ۾ ٻہ خدا (ديوتائون) انساني مشڪلاتن کي ننڍو ڏيڻ ۾ ناڪام ٿيا هئا. مادي دنيا جي حيثيت ۽ حقيقت کي مڃڻ ۽ مڃائڻ لاءِ ڳولا ڦولا گهڻو اڳ شروع ٿي چُڪي هئي. "اپنشد" انهيءَ ڳولا ڦولا ۽ پرک جا دفتر آهن. اُنهيءَ ڳولا جي آنڌ مانڌ ويدڪ ڌرم جي بنيادن ۽ پوڄارين جي اقتدار کي خطرناڪ حد تائين ڌوڏي ۽ ڊاهي وڌو، پر واپارين جي جماعت، جيڪا اُنهيءَ ڳولا ڦولا ۽ پرک جي علمبردار هئي، اُن جي حيثيت ڏاڍي ڪمزور هئي.

هندستان جي هميشہ کان اها بدبختي رهي آهي تہ هر نازڪ دور ۾ هتان جي انقلابي جماعت پنهنجي وت ۽ حيثيت ۾ هيٺ رهي آهي ۽ پنهنجو سماجي فرض پوريءَ طرح ادا ڪري نہ سگهي آهي. پراڻي دور ۾ انقلابي سوچ ۽ فڪر ڪڏهن برسر اقتدار پوڄارين جي صفن مان پڙڪو ڪائي بہ نڪرندو هو. اُنهيءَ پڙڪي ڪري خود پوڄارين جي وچ ۾ ڇڪتاڻ بہ شروع ٿي ويندي هئي پر اها ڪشمڪش بہ پنهنجي آخري ماڳ ماڻڻ کان اڳ ۾ ماٺي ٿي ويندي هئي، بلڪہ ائين سمجهجي تہ ناڪام ٿي پوندي هئي.

بهرحال، اُنهن ابتدائي قسم جي انقلابن ۽ غور فڪر جي تصادم، ويدڪ ڌرم جي پيڙهہ کي ڌوڏي وڌو ۽ نئين سوچ ۽ فڪر ٻُڌ انقلاب کي جنم ڏيڻ ۾ هٿ ڏني. اُهو انقلاب پوڄارين جي برسر اقتدار طبقي جي خلاف بغاوت هو. اُن ٻُڌ انقلاب تہ ٻين ملڪن ۾ آيل انقلاب کان اڳتي وڌي ۽ خدا جي هستيءَ کان نابري واري، مذهب جي پاڙ ئي کهاڙو وهائڻ شروع ڪيو، پر اُهو حملو وقت کان اڳ هو. اهڙيءَ صورتحال ۾ جنهن ۾ حضرت انسان کي قدرت جي قانون ۽ فطرتي پونچال ۽ هلچل جي مختلف قسمن جي رنگن روپن لاءِ مڪمل ڄاڻ

ڪانہ هئي ۽ جنهن ڪري خالي پورن پچائڻ تان ذهني طور هو هٿ کڻڻ لاءِ تيار ڪونہ هو. اهڙي وقت مذهب پنهنجي جاءِ تي هُن لاءِ روحاني ۽ سماجي ضرورت هو ۽ اُنهن حالتن ۾ ٻوڌي فلسفي جي اها انتها پسندي هُن لاءِ هاجيڪار ثابت ٿي. هڪ پاسي اُن انتها پسندي موجود سماج کي تمام سختيءَ سان ڏونڌاڙيو ۽ غيض ۽ غضب جو نشانو بڻايو ۽ ٻئي پاسي جديد دور جي اوسر لاءِ نئين راهہ طور، اهو فلسفو ڪا صحيح راهہ متعين ڪري نہ سگهيو.

واپاري جماعت پنهنجي حيثيت ۾ هيٺي تہ هئي، پر پوءِ بہ اُهو گروهہ ئي، اُن وقت انقلاب جو ڪرنگهو هو. ٻُڌ ڌرم جي بانيءَ جو واسطو کتري طبقي سان هو ۽ اهو طبقو هونئن بہ پوڄارين جو مخالف هو. اڳتي هلي اُنهيءَ کتري طبقي ٻُڌ ڌرم جي وڌڻ ويجهڻ جا موقعا فراهم ڪيا پر جن پنج سيڪڙو کن ماڻهن سڀ کان اڳ ٻُڌ جي پوئلڳي اختيار ڪئي، اُهي سڀ واپاري هئا. ست سئو سالن تائين هندستان ۾ ٻڌ ڌرم جو تارو چمڪندو رهيو پر اُنهيءَ اوج واري زماني جا اهڃاڻ اڄ ڳوليا بہ نہ ٿا لڀن ڇو تہ هندوستان ۾ اڳتي هلي جيڪا جوابي انقلاب جي شروعات ٿي، اُن مذهبي موٽ ۽ اُن جي روپ ۽ رخ، اُنهن اهڃاڻن کي نيست و نابود ڪري ڇڏيو. پر پوءِ بہ اُهو جوابي انقلاب، اُنهيءَ ويدڪ سماج کي ۽ ان جي مذهبي قدامت کي جيئن جو تيئن بحال نہ ڪري سگهيو، جنهن کي وقت جي انقلاب سنڌائتا ڏک هڻي، آرن مان ڪڍي، نگهو سار ڪري وڌو هو. ڇو تہ اُنهيءَ انقلاب (ٻُڌ) اصلوڪي قديم فطري مذهب جي گهڻن خدائن جي وجود کي نابود ڪري ۽ جوڻ متائڻ واري ڍڪوسلي جي مخالفت ڪري، هلندڙ سرشتي جي اخلاقي بنيادن کي ڊاهي وڌو هو، جنهن ڪانپوءِ اُنهيءَ سڄي سرشتي جي لڏندڙ عمارت جو ڍهڻ اڻ ٽر هو.

پراڻي سرشتي کي ختم ڪرڻ ڪانپوءِ کتري ۽ واپاري گروهن گڏجي نئين سماج جي تعمير جو ڪم شروع ڪيو. انهيءَ ڪم کي پوري ڪرڻ ۾ ڪين ضرور ڪاميابي حاصل ٿي هوندي، نہ تہ ٻيءَ صورت ۾ ٻڌ ڌرم ايترو وقت جٽاءَ ڪري نہ سگهي ها. پر پوءِ آهستي

آهستي انقلاب جي ڪمزوري ظاهر ٿيڻ لڳي. ائين سمجهه ۾ اچي ٿو ته ڪتري طبقي وڏيڪ اهميت حاصل ڪري ورتي هئي ۽ واپاري طبقو، جيڪو انهيءَ سچي انقلاب جو روح روان هو، تنهن کي پنتي اچلائي ڇڏيو ويو. اشوڪ ۽ چندر گپت جون بادشاهيون ته قائم ٿيون، پر ڪترين جو قائم ڪيل سماج نهن کان چوٿيءَ تائين سڄو جاگيردارانه طرز جو هوندو ۽ ڪترين طاقت کي پنهنجي قبضي ۾ رکڻ لاءِ واپار جي آزاد واڌ ۽ اوسر تي پابنديُ وڌي هوندي.

ويڙهاڪ ڪترين جي اقتدار جو سماج مٿان لاڳيتو گهڻي وقت لاءِ تسلط جو قائم رهيو، ان جو نتيجو اهو نڪتو هوندو ته سماج جي اقتصادي صورتحال ۾ گڙ بڙ پيدا ٿي هوندي ۽ ڪافي حد تائين اها درهم برهم ٿي پيئي هوندي، ڇو ته ڪتري حڪمرانن لاءِ انهن ننڍڙين مڪاني حڪومتن خلاف لڳاتار انقلابي ويڙهاند کي به جاري رکڻ ضروري هو، جيڪي پنهنجيءَ پر ۾ قديم برهمڻ ڌرم جون رکوال هيون. شهنشاهه اشوڪ، قديم هند جو نيپولين هو. اشوڪ ٻڌ ڌرم کي هڪ وڏيءَ شهنشاهت جو سرڪاري مذهب بڻايو. انهيءَ سلطنت کي قائم ڪرڻ جي عمل ۾ ٻڌ انقلاب جي سماجي مقصديت ختم ٿي ويئي ۽ لڳاتار لڙاين جي ڪري سماج وڏيڪ ڌڙڄي ويو، جنهنڪري وڻج واپار جي اوسر به ختم ٿي يا رڪجي ويئي. انهيءَ غربت ۽ افلاس عوام کي مجبور ڪيو ته هو پنهنجو سڪون ۽ ذهني آسودگي هڪ نئين مذهب ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪن. اهو نئون مذهب ٻڌ انقلاب جي بگڙيل صورت ۾ هو، ڇو ته ٻوڌي رياست خود جاگيردارانه طور طريقي جي هئي ۽ هڪ جاگيردارانه رياست ظاهر آهي ته ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ مذهبي پيشوائيءَ جي مدد کانسواءِ ڪا نه پئي هلي سگهي. انهيءَ اوڻائيءَ کي پوري ڪرڻ لاءِ ٻڌن جا مٺ قائم ڪيا ويا. هن صورتحال آخر ڪار ٻڌمت جي شڪست جا سبب پيدا ڪيا ۽ ان جا آثار ظاهر ڪيا ۽ ائين برهمڻي جوابي انقلاب لاءِ ميدان تيار ٿي ويو.

قديم زماني جي انقلاب ۾ به لاڙا صاف ظاهر آهن: ڍاهه ڊوهه ۽ نئين سر اڏاوت يعني تخريب ۽ تعمير. هڪ لحاظ کان هر انقلاب لاءِ

ضروري آهي تہ پراڻي سرشتي يا نظام جي جاءِ تي، ان جي خاتمي آڏيندڙ انقلاب ۽ ترقي پسنداصولن جي بنياد تي، نئين سرشتي جي اهڙي اڏاوت عمل ۾ آڻي، جيڪا وقت جي ضرورت جي خيال کان لازمي ۽ اڻ ٽر هجي. دراصل اهو وقت جي ضرورت جو امرئي پراڻي نظام جي خاتمي جو فيصلو صادر ڪري ٿو. جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي تہ تخريب يا ڊاهہ ڊوهہ، انقلاب جي زوراڻتيءَ ۽ هڪدم آمد جو نتيجو آهي، جنهن جو پهنجي زرور ۽ رفتار سبب، نئين سر اڏاوت يا تعمير سان اڻين ڏسبو آهي ڇڻ ڪو واسطو ئي ڪونهي. بنيادي طور، تعمير جو واسطو انقلاب جي انهن عنصرن جي طاقت تي مبني آهي، جيڪي ان انقلاب وسيلي نئينءَ اڏاوت يا جديد نظام جي قيام ۽ تعمير جا دعويدار هوندا آهن.

ٻڌ انقلاب نئينءَ اڏاوت ۽ جوڙجڪ جي اٻنڙ، پنهنجي سڄي ابتدائي اڏمي ۾ ڊاهہ ڊوهہ ۽ تخريب ڏانهن مائل ۽ ان ئي حيثيت ۾ نمايان نظر اچڻ لڳو. ان جي ان رجحان پيدا ٿيڻ جو وڏو سبب ان جي هڪڙي مک حمايتي عنصر يعني "واپاري طبقي" جو ڪمزور هئڻ هو. ٻڌ انقلاب پنهنجي ٻئي مک حمايتي سماجي عنصر يعني "کتري طبقي" جي تحريڪ هيٺ ويدڪ سماج جي پڙ بنياد کي تہ اکوڙي وڌو ۽ برهمڻي اقتدار کي بہ نيست و نابود ڪري ڇڏيو پر جيئن ئي نئين سماج جي سنوارڻ سينگارڻ جو وقت آيو. تہ انقلاب جي اها ڪمزوري ظاهر ٿيڻ لڳي ۽ ان ڪمزوريءَ جي ڪري ئي آيل انقلاب رڳو پراڻي سرشتي کي ڊاهڻ ۾ پورو رهيو. انقلاب آڏيندڙ قوتون، بجاءِ انهيءَ جي تہ ٻڌمت جي تعميري اصولن کي اڳتي وڌائي، سماج جي تعمير ڪن، ان جي ابتڙ رڳو پراڻي سماج جي تباهہ ڪاريءَ ۾ مصروف رهيون. ان لڳاتار تخريب جو نتيجو هيءَ نڪتو تہ چوڌاري تباهي ۽ بربادي ڏسي، ڪيترا تہ ٻڌمت جا پيروڪار بہ، تباهہ ٿيل سماج جي مسئلن کي هيڪاندو وڌندو ڏسي، دلشڪستہ ٿي پيا ۽ ذهني سکون حاصل ڪرڻ لاءِ نرواڻ (چوتڪاري) جي ڳولا ۾ مصروف ٿي ويا. اهو بہ ممڪن هو تہ آخرڪار تعميري لاڙو سماج جي ڀلائيءَ لاءِ وک وڌائي

ها، پر جيئن ئي پنهي لاڙن، يعني تعمير ۽ تخريب جي وچ ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي تہ ٻڌ سماج جي پنهنجي حيثيت نجهرڻ لڳي. جوابي انقلاب جيڪو هونئن تہ مات کائي ويو هو پر فنا ڪونہ ٿيو هو، تنهن پنهنجو جوابي حملو شروع ڪيو. هوڏانهن ٻڌ سماج اڳي ئي پنهنجي اندروني ڇڪتاڻ ۾ مبتلا هو جنهنڪري برهمڻي رجعت پسند حملي آڏو پير کوڙي بيهي نہ سگهيو.

ٻڌمت کي مات ڏيڻ کانپوءِ پنهنجي زور ۽ "ڌرم" کي پيهر قائم دائم رکڻ لاءِ برهمڻن پنهنجي فيلسوفي سوچ ويچار کي پٺيءَ پويان اڇلائي ۽ پنهنجي حڪمت ۽ معرفت پريل اپنشدن کي ميساري، هزارين ورهيہ پراڻن ويدن ۾ وجهي سامر ورتي. جيڪڏهن ٻڌ انقلاب جي ڪاميابين جا اهڃاڻ گم آهن، تہ هن جوابي انقلاب جي تباهہ ڪارين ۽ بربادين جي تواريخ بہ گهڻي قدر نامعلوم آهي.

انقلاب ۽ جوابي انقلاب جي هن خوفناڪ ڪشمڪش معاشري کي هڪ زبردست يونچال ۽ بدنظميءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. پراڻي دور جو انسان جنهن کي پنهنجي قوت ۽ حيثيت جي ڄاڻ ڪا نہ هئي، ان لاءِ ضروري ٿي پيو تہ هو انهيءَ يونچال ۽ بدنظميءَ کان بچڻ لاءِ فوق الفطرت (غيبي) قوتن جي وجهي سامر وٺي ۽ پنهنجي سماجي ۽ ذهني سلامتيءَ ۽ سڪون جو اهتمام ڪري ۽ ائين ڪين.هن دنيا ۾ يا ٻئي جنم ۾ ڪو سک ۽ شانتي نصيب ٿئي. هيڏي ساري عالمي پولار ۽ دنيائي آڙاهہ ۾ انسان لاءِ نيست و نابود ٿيڻ جي برعڪس آئنده جي دم دلاسن تي خوش رهڻ وڌيڪ چڱو هو. ڇو تہ انساني فطرت ۾ زنده رهڻ جي آس هميشہ رهندي آئي آهي ۽ برهمڻن انهيءَ آس جي آڙوٽي پنهنجن وشواسين کي حڪم ڪيو تہ ديوتائن جو پوڄاپاٺ وري شروع ڪريو ڇو تہ ديوتائون توهان کي مصيبتن ۽ سورن کان نہ رڳو هتي بچائيندا، پر جيڪڏهن اوهان ڌرمي دڳ پلجي نہ ويو تہ ٻئي جهان ۾ بہ اوهان کي اجورو ملندو. ڌرم مان برهمڻن جو مول مقصد هو منوءَ جي قائم ڪيل سماجي اصولن جي پابندي ڪرڻ، ڇو تہ اهو سڄو طريقي ڪار برهمڻي فوقيت ۽ برتريءَ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ناهيو ويو هو.

انساني سماج کي جيئن اڄ آهي، تيئن انهيءَ وقت به سڪون جي ضرورت محسوس ٿي هوندي. انهيءَ سچي سڪون جو مظهر خدائن (ديوتائن) کي بڻايو ويو ۽ اهڙيءَ ريت انهن جا گماشتا يعني پوڄاري هڪ دفعو وري برسر اقتدار اچي ويا ۽ انهن جو مک اڳواڻ شنڪر آچاريه هو. شنڪر آچاريه کي هندستاني تهذيب ۽ ثقافت جو بهترين نمونو سمجهيو وڃي ٿو. اهو ڪنهن حد تائين درست به هجي، پر سماجي نقطه نظر کان شنڪر آچاريه هڪ وڏي مصيبت هو ۽ سندس آشيرواد ۽ اڳواڻيءَ ۾ اهو جوابي انقلاب هندستان لاءِ هڪ آپدا بڻجي آيو. انهيءَ پڻ ڌرم جو خاتمو آڻي ڇڏيو. جنهن وقت پڻ ڌرم جو خاتمو آندو ويو ته ان سان گڏوگڏ هندستان ۾ صحتمند معاشرتي اوسر ختم ٿي چڪي هئي ۽ انهيءَ دکدائڪ حادثي جا اثر اسان وٽ اڄ تائين موجود آهن. تنهن ڪانپوءِ هندستاني تواريخ تقريبن سڄي، انقلابي تحريڪن کان وانجهيل رهي آهي. ان ڪانپوءِ ڏنو وڃي ته هندستان ۾ جيڪا به ٿوري گهڻي ردوبدل ٿيندي آئي آهي اُها سڀ ٻاهرين حملن جي ڪري ٿي آهي. خاص طرح گذريل هڪ هزار ورهين ۾ هر ڪا اٿل پٿل ڪنهن نه ڪنهن ٻاهرئين حملي جي ڪري ٿي آهي. هندستان جي اُنهيءَ عجيب و غريب حيثيت جو انهيءَ ڳالهه سان واسطو آهي، ته اهو ڪانسواءِ ڪو به جواز ڪونهي ته غير قدرتي اوسر جي ڪري اهڙيون تحريڪون زور وٺي نه سگهيون، جيڪي وقت سر ۽ وقت آهر سماجي ڍانچي کي مٽائي يا پوريءَ طرح بدلائي سگهن. جيڪڏهن ٻاهرين حملن جي ڪري هندستاني سماج ۾ وقت به وقت ڦيرين گهيرين نه اچن ها ته اڄ هي سماج ڪڏهو ڪو دفن ٿي چُڪو هجي ها.

هندستان تي پهريون حملو مسلمانن ڪيو. انهي کان انڪار جي گنجائش ڪانهي ته اسلام به خود هڪ انقلاب جي پيداوار هو. آخرڪار اُهو انقلاب هندستان به رسي ويو ۽ مُنڍ ۾ ڪيس انقلابي قوت جي حيثيت ۾ ئي ڪاميابي حاصل ٿي. چيو وڃي ٿو ته اسلام اچڻ سان هندستانين کي قرآن ۽ تلوار مان ڪنهن به هڪ وڙڻ جي چونڊڻ جي آڇ ڪئي، پر انهيءَ بيان ڪرڻ کان اڳ هن حقيقت کان منهن موڙڻ

جي ضرورت ڪانهي تہ هندستانين کي اها وڏي نينڊ هئي تہ قرآن کي مڃڻ ڪانپوءِ هُو هڪ عالمگير برادريءَ جا رڪن بڻجي پئي ويا. اُنهيءَ برادريءَ ۾ شامل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪنهن لاءِ پيدا ياءُ ڪونہ پئي رهيو. اُن حيثيت ۾ اسلام قبول ڪرڻ کي ڇا بزدلي يا شڪست خوردگي چئي سگهجي ٿو؟ ڇا، اسلام انهيءَ دور ۾ ڇوتڪاري جي هڪ آچ ڪونہ هو؟ ٻُڌمت جي مات کائڻ کانپوءِ هندستاني عوام برهمڻ رجعت پسنديءَ جي گهاٽي ۾ پيڙجي رهيو هو ۽ اُنهيءَ ۾ بہ خاص ڪري هيٺئين طبقي جي حالت ايتري تہ خراب ٿي چڪي هئي، جو جڏهن اسلام کين انساني ڀائپي ۾ برابريءَ جي طور طريقن سان رهڻ جي آڇ ڪئي تہ اُنهن خوشيءَ سان اُن پيغام کي قبول ڪيو. بنيادي طرح اسلام جي ڪاميابيءَ جو راز اهو هو، نہ تہ عرب ڪان آيل چند سئو حملہ آور هندستان فتح ڪري ڪونہ سگهن ها.

انگريزن جي آمد بہ ڪجهہ اهڙيءَ ريت جي هئي. باقي هن دفعي هندستان کي هنن غير ملڪين اڪيلو پاڻ فتح ڪونہ ڪيو هو، پر هندستاني پنهنجي سر غير ملڪين سان گهاٽا ٿيا هئا. جيستائين صورتحال جي اصلي حيثيت کي انهيءَ طريقي سان نہ پرکبو تيستائين هندواسين کي برطانوي فتح جي تواريخي قدرن جو سچو پچو رخ سمجهڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي. آخر ڏسڻ گهرجي تہ اُهو ڪهڙو سبب هو، جو هندستانين جي هڪ وڏي تعداد، انگريزن کي ملڪ فتح ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. اُن جو مکيہ ڪارڻ هو تہ ملڪي حالتون ڪنهن اُٿل پٿل جي تقاضا ڪري رهيون هيون. اُنهيءَ اٿل پُٿل کي همٿائڻ واريون طاقتون هندستان اندر نِبلُ هيون ۽ پنهنجي ڪمزوريءَ جي ڪري اُنهن هڪ غير ملڪي طاقت سان ناهہ ڪيو. اُهو سڀ ڪجهہ انهيءَ ڪري عمل پذير ٿيو، جو ڪمزور طاقتون هندستان جي فرسوده سياسي سرشتي ۽ سڙيل سماجي ادارن کي پنهنجي مقصدن آڏو رنڊڪ سمجهي، نگهو سار ڪرڻ لاءِ جَتن ڪري رهيون هيون. هاڻي جن صاحبن بہ تواريخ کي هڪ سائنس جي حيثيت ۾ پڙهيو آهي، اُهي هندستان تي برطانيہ جي فتح کي انقلابي واقعو سمجهڻ تي

مجبور آهن، پر اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ جيڪي بہ انقلاب ٻاهرينءَ مداخلت سان پيدا ٿيندا آهن يا ڪيا ويندا آهن، تہ اُن مداخلت سان انهن مان مناسب نتيجا حاصل ڪري ڪونہ سگهبا آهن. انهيءَ ڪري برطانوي چڙهائيءَ هندستان جي فرسوده ادارن کي ختم تہ ڪري ڇڏيو اُنهن جي ڊاهہ ڊوهہ ۽ ڊانوان ڊوليءَ جو ڪم تہ ڏنو پر نئين سر تعمير جو ڪم اڃا رهيو پيو آهي.



# انقلابِ فرانس

انقلابن جي انهيءَ اپٽار ڪانپوءِ جن جي پرورش مذهب جي گود ۾ ٿي، اسين انقلابن جي هڪ ٻئي دور ۾ پهچي چُڪا آهيون. قديم تهذيب جي شڪست ۽ خاتمي ڪانپوءِ نون بنيادن تي هڪ نئون سماج قائم ٿيو، جيڪو هڪ هزار سالن تائين هليو. اُنهيءَ زماني کي ”وچون دور“ ڪوٺيو ويجي ٿو. اُنهيءَ زماني ڪانپوءِ دنيا هڪ نئين دور ۾ داخل ٿي ويئي.

انقلاب فرانس هڪ اتفاقي حادثو نہ هو ۽ ساڳئي وقت نہ وري پنهنجي قسم جو ڪو پهريون انقلاب هو. اُهو انقلابي سلسلو، جنهن جي پڄاڻي انقلاب فرانس تي ٿي، اُن جي شروعات چوڏهينءَ صديءَ ۾ ٿي چڪي هئي. اهو وچين شهري (بورزوا) طبقي جو انقلاب هو، جنهن مذهب کي ختم ڪري، جاگيرداريءَ کي نيست و نابود ڪيو، تنهن جي جيوڙن جي پالنا عيسائي خانقاهن ۾ ٿي. پهريائين ڪيترن سئو سالن تائين اهو عمل ماٺ ميٺ ۾ جاري رهيو، پر آخرڪار لاوا ڦاٽي نڪتو ۽ اهم تواريخي واقعا ظهور ۾ آيا. عام طور سمجهيو ويجي ٿو تہ انقلابي دور جي شروعات انقلاب فرانس کان ٿي آهي پر ان کان اڳ انگلستان ۽ آمريڪا ۾ اهم انقلاب اُسريا هئا. ”ميگنا ڪارٽا“ (”حقن جو وڏو دستاويز“) انگلينڊ ۾ هڪ وڏي سياسي انقلاب جو نتيجو هو. اُنهيءَ کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي انقلابي واقعا، انقلاب فرانس کان اڳ رونما ٿي چڪا هئا، جيئن مثال طور، اطالوي جمهوريت جو قيام، جرمنيءَ جي هارين جي لڙائي ۽ ڊچ جمهوريت جو عروج.

اُنهيءَ ٻئي انقلابي دور جو، يورپ ۾ سونهون بہ تاجر يا واپاري طبقو هو. اُنهيءَ انقلاب جاگيرداريءَ خلاف جهاد جي صورت اختيار

ڪئي. اُها جاگيرداري ٻن قسمن جي هئي، ديني ۽ دنياوي جاگيرداري ـ وچين دور ۾ دنياوي جاگيردارن جو اقتدار ايترو تـ سگهارو ۽ غالب پئجي ويو جو سماجي اختيار، مذهبي مهندارن جي هٿان نڪري، اُنهن جي قبضي ۾ اچي ويو پر تنهن هوندي بہ مذهبي اڳواڻ انهيءَ اقتدار ۾ وري بہ ڀاڱي ڀائيوار هئا. واپاري طبقو اُنهن ٻنهي قوتن جي خلاف هو پر اُنهيءَ دور ۾ واپاري طبقي ۾ وڏي ڦير گهير اچي چڪي هئي. واپاري طبقو هاڻي ٻين جي تيار ڪيل شين جي متاسٽا تي قناعت ڪونہ ڪري رهيو هو، پر هاڻي ڪيس ماڳهين پيداوار جي عمل سان بہ دلچسپي ٿي پيئي هئي. اهڙن واپارين جي جماعت هڪ صنعتي (ڪارخانيدار) جماعت بڻجي چڪي هئي ۽ اُن پيداوار جي نون طور طريقن کي رائج ڪيو. هي دنيا جو ٻيو انقلابي دور يعني سماجي انقلاب جو دور هو.

سماجي انقلاب جي شروعاتي ڏينهن ۾ زمين پيداوار جو اڪيلو وسيلو هئي ۽ اها انساني آباديءَ جي وڏي حصي لاءِ روزگار جو وسيلو بہ هئي. پر پيٽ ڀرڻ ڪانسواءِ ٻيون بہ انساني گهرجون آهن تنهن ڪري انساني محنت جو ڪجهہ حصو ٻين ضرورتن پوري ڪرڻ ۾ صرف پئي ٿيو. اهڙيءَ ريت صنعتن جي اوسر ٿيڻ لڳي. شروعات ۾ صنعت، زراعت جي ٻانهي هئي، پر اڳتي هلي ٻنهي مان هر هڪ جي منفرد جداگانہ حيثيت قائم ٿي.

اهي صنعتون عام استعمال ۾ ايندڙ شين کي متاسٽا لاءِ پيدا ڪنديون هيون، جنهن لاءِ واپاري طبقي جو هئڻ ضروري هو. آهستي آهستي واپاري طبقي پيداوار جي ذريعن ڏانهن بہ پنهنجو هٿ وڌايو ۽ انهن تي قبضو ڪرڻ شروع ڪيو. اهڙي ريت واپاري طبقو هڪ نئين گروهہ جي حيثيت سان اوسرڻ لڳو. جيڪو وچين دور جي جهونن واپارين کان جداگانہ حيثيت ۾ هو ۽ اُهي ماڻهو اُنهيءَ انقلاب جا مهندار ثابت ٿيا، جن اڳتي هلي وچين دور جي تمدن کي فنا ڪري، نئينءَ تهذيب جو بنياد وڌو. اُها نئين انقلابي جماعت ڪاريگرن، صنعتي مزدورن، واپارين ۽ ننڍن ڪارخانن جي مالڪن تي مشتمل هئي. اهي

سيئي عنصر صنعتي پيداوار جي عمل ۾ مصروف هئا.

هن دور جي سماجي ڪشمڪش ٻه اها ٿي ته واڌو پيداوار تي قبضي ڪرڻ جي سلسلي ۾ هئي. هاري، ڏينهن رات پورهيو ڪري رهيا هئا. پر سخت محنت جي باوجود بہ سندن پيٽ مشڪل ئي ڀريو. پيداوار جو گهڻو حصو زمين جي مالڪن جي قبضي ۾ پئي ويو. اهڙيءَ طرح سماج ۾ ماڻهن جو وڏو حصو بدحاليءَ جي حياتي گذاري رهيو هو. پر نوان ڪارخانا نت نيون شيون پيدا ڪري رهيا هئا ۽ اُنهيءَ لاءِ خريدارن جي ضرورت هئي. جيڪڏهن سماج جو وڏو حصو بدحال هجي تہ خريدار ڪٿان ايندا! آخرڪار جاگيردار سڀ تيار ٿيل مال ڪي خريد ڪري تہ نہ پئي سگهيا! جيڪڏهن هارين کي تباهہ حاليءَ کان نجات ملي ۽ واڌو پيداوار جو بہ گهڻو حصو وٽن رهي تہ اُهي صنعتي شين جا خريدار بڻجي پئي سگهيا. انهيءَ ڪري واپارين ۽ ڪارخانيدارن، هارين جي خوشحاليءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ شروع ڪيو. سندن اُنهيءَ پاڻ پتوڙڻ جو وڏو سبب اهو هو تہ خود اُنهيءَ طبقي (صنعتڪارن ۽ واپارين) جو ذاتي مفاد سماج جي مفاد جو هڪ حصو بڻجي چڪو هو. انهيءَ ڪري هو ان انقلاب جا سرواڻ بڻجي ويا، جنهن جو بنيادي مقصد هو تہ اهم پيداوار، يعني زميني ملڪيت جي فرسوده ۽ پراڻي سرشتي کي ختم ڪري پيداوار جي جديد طريقن کي فروغ ڏنو وڃي جو تہ سماجي ترقيءَ لاءِ ائين ٿيڻ ضروري آهي.

هاڻي واڌو پيداوار تي قبضي ڪرڻ يا اُنهيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو فقط سوال ڪونہ هو، پر چڪتاڻ اُنهيءَ حد تي پهتي تہ واڌو پيداوار کي وڏيڪ سماجي ترقي ۽ اوسر جو ذريعو بڻائجي. سڀ ناٽي يا سڀيءَ موڙيءَ جو جيئن تہ مُک نقطو محنت آهي، انهيءَ ڪري پيداوار کي وڌائڻ لاءِ ۽ قومي موڙيءَ ۾ واڌ آڻڻ لاءِ، محنت کي هڪ ڪاتي مان ٻئي ڪاتي ڏانهن منتقل ڪرڻ ضروري هو. اُهو ٻيو ڪاتو صنعتي پيداوار جو هو جنهن جي اُنهيءَ گهرج، هاريءَ کي صنعتي مزور بنائڻ شروع ڪيو. هونئن تہ اُهو طريقي ڪار سماج جي گذيل ڀلائيءَ لاءِ ضروري هو، پر جيڪڏهن محنت زراعت جي ساڳئي شعبي

۾ رهڻ بدران پيداوار جي ڪنهن ٻئي ڪاتي ۾ منتقل ٿي ته ان مان خاص جاگيردارن کي سخت نقصان پهچڻ جو امڪان هو ڇو ته انهيءَ حالت ۾ قومي دولت تي قبضي ڪرڻ لاءِ زمين جو مالڪ هئڻ ضروري نه هو ۽ ان ريت قومي ناڻو يا قومي موڙي جاگيردارن جي تسلط کان ڪسڪي، ڪنهن ٻيءَ جماعت جي قبضي ۾ پيئي ويئي ۽ جيئن جيئن صنعت کي پختگي حاصل ٿيندي ويئي، اُنهيءَ ريت تاجر ۽ صنعتڪار جماعت جو اثر ۽ رسوخ وڌندو ويو ۽ اهڙيءَ ريت جاگيردارن جي سماج ۾ مٿانهينءَ ۽ طاقتور حيثيت جو خاتمو پئي ٿيو. اهو سڀ ڪجهه ضروري هو ۽ ائين ٿيو ڇو ته اُنهيءَ ڪانسواءِ سماج جي ترقي ممڪن ڪانه هئي. سماج جي گڏيل ڀلائيءَ جي تقاضا هئي ته جاگيردارن کي سندن سماجي بالادست حيثيت تان هٽائجي. انهي ڪري هيءُ انقلاب ضروري ۽ اڻ ٽر ٿي پيو.

هِن انقلاب جي اوسر يورپ ۾ پندرهين صدي عيسويءَ ۾ شروع ٿي ۽ سترهين صديءَ تائين جاري رهي. انساني تواريخ ۾ اهو دور جدوجهد ۽ سجاڳيءَ جو دور هو، ڇو ته اُنهي زماني ۾ يورپ هڪ عظيم الشان تحريڪ کي جنم ڏنو. اُها تحريڪ ايتري ته انقلابي ثابت ٿي، جو اُها آئنده هميشه لاءِ پُرزور ۽ جوان جماڻ رهڻي هئي. اُنهيءَ تحريڪ جي انقلابي حيثيت، وقت ۽ جاءِ جي قيد کان آزاد آهي. هن تحريڪ مان منهنجو مطلب سائنس جي تحريڪ آهي.

يورپ جو وچون شهري (بورزوا) طبقو سائنس جي وڌڻ ۽ زور وٺڻ کانسواءِ انقلاب کي ڪامياب بنائي نه پئي سگهيو. اڳين روايتن کي هيءُ ازخود ڇڏي نه پئي سگهيو ۽ اُنهيءَ جهنجهٽ مان آزاد ٿيڻ کانسواءِ اُن لاءِ وسيع انساني آزاديءَ ڏانهن وِک وڌائڻ محال هو. پر اهي سڀ ڪم سائنس جي وسيلي ٿيا. پهريائين اُنهيءَ فلسفي (سوچ ويچار) جي تعمير ٿي، جيڪا سڀ کان اڳ سوداگرن (واپارين) ۾ باغي پوچارين شروع ڪئي هئي، پر انهيءَ زماني ۾ گهٽي ڳالهه پڌر پئجي نه سگهي هئي ۽ ڪم جو اڪلاءُ نه ٿي سگهيو هو ڇو ته مادي يا طبعي ڄاڻ ۽ علم اڻ پورو ۽ ناقص هو. پوءِ ڏاڪي به ڏاڪي ڄاڻ جي اُها اڻ

پورائيءَ ۽ ڪمزوري ختم ٿيندي ويئي ۽ ارڙهين صديءَ تائين مادي علم پنهنجي پوري جوڀن سان سنوارجي سينگارجي اُسريو. اُنهيءَ علم جي ڪري جديد انقلابي جماعت جي لاءِ هاڻي رستو ڪليل هو تہ ڏنڊ ڪثائن، اڻ ٿيٽين ۽ غير عقلي قوتن کي رد ڪري، هڪ سچي ۽ حقيقي فلسفي جي پيڙهہ جوپٿر رکي. علم، طاقت جو مرڪز آهي. هاڻي جڏهن سائنسي کوجنائن مان انسان پنهنجي بقا ۽ خوشحاليءَ لاءِ فائدا حاصل ڪرڻ لڳو ۽ جديد پيداوار عوام جي زندگيءَ کي ٿورو گهڻو خوشحال بڻايو. تہ جاگيردارن جي اقتدار ۽ طاقت جو خاتمو اچڻ لڳو.

اوهين جيڪڏهن انقلاب جي سچيءَ تواريخ کي پڙهڻ گهرو ٿا تہ اُن لاءِ جديد سائنس جي تواريخ پڙهڻ ضروري آهي. انقلاب جي تواريخ جو ايڏو روشن باب شايد ٻيو ڪونهي. سائنسدان مها انقلابي هئا. جيڪڏهن سائنسدان نہ هجن ها تہ انقلاب فرانس ڪڏهن بہ وجود ۾ نہ اچي ها. مارڪسي فلسفو بہ نيوٽن کان وٺي ڊارون تائين سائنسي ترقي ۽ اوسر جي پيداوار آهي.

انقلابي تواريخ جو هڪ اهم باب مذهب بہ آهي. جنهن انساني ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. مهاتما ٻڌ، حضرت مسيح ۽ حضرت محمد انقلاب جا عظيم علمبردار هئا. وچين شهري (بورزوا) انقلاب جي پهرئين دور ۾ بہ مذهب کي مکيہ حيثيت حاصل هئي. وچين شهري (بورزوا) طبقي جديد سائنس جي مدد سان جنهن فلسفي کي جنم ڏنو، اهو حد درجي جو انقلابي هو ۽ اُنهيءَ سوچ ۽ فڪر غير عقلي ۽ غير فطرتي قوتن کي دنيائي ڪاروبار مان نيڪالي ڏيئي ڇڏي. اهڙيءَ ريت مذهب تي اُن فلسفي کهاڙي جو ڪم ڪيو. پر پوءِ بہ اُنهيءَ انقلاب جي شروعات ۾ مذهب مکيہ فرض ادا ڪيو. هارين ۽ پورهيتن ۾ مذهب اهميت وارو هو ۽ سندن اٿڻي ويهڻي ۽ لڳ لاڳاپو مذهب سان هو. ٿوري گهڻي شهري آبادي، جنهن جو واسطو ڪلُن ۽ انجڻين سان هو. تنهن جي سوچ ۾ ڪجهہ ڦير ڦار آئي هئي. پر پوءِ بہ اُنهن ماڻهن جو انگ گهٽ هو. جيڪي اُئين مذهبي روايتن کان ٿورو يا گهڻو آجا ٿيا هئا. بهرحال، اُنهيءَ وقت بہ انساني آباديءَ جو ڳچ حصو جديد سائنس جي اثر کان

محروم هو. پوءِ بہ بورزوا انقلاب جي پهرئين دور ۾ مذهب جي جذبي ۽ تحرڪ هيٺ هارين جي بغاوت اهم آهي. اهڙيءَ ريت انقلاب فرانس جي سوڀ بہ هارين جي مدد ڪانسواءِ ممڪن ڪانہ هئي. هارين جي بغاوت جو مکيہ سبب هيءُ بہ هو تہ خود پادرين جي هڪ گروهہ پنهنجي گروهہ جي خلاف اُٿي، اُن بغاوت ۾ اڳواڻي ڪئي هئي. انقلاب جي تواريخ جو اهو ڏاڪو بہ حد درجي جو حيرت انگيز آهي.

رومي شهنشاهيت جي زوال کانپوءِ عيسائي مَڙهيون تعليم جو واحد مرڪز ۽ ملڪ جي اقتصادي زندگيءَ جو بہ گڙهہ هيون. انهن مڙهين ۾ گهريلو هنرن جي شروعات ٿي ۽ جديد سائنس جي شروعات بہ اُتان ٿي. موجوده سائنس جا مهندار ۽ جنم داتا سڀ جا سڀ عيسائي پادري آهن. جيڪڏهن انهيءَ نقطي نگاهہ سان ڏٺو وڃي تہ مڄٺو پوندو تہ اُنهن مڙهين انقلابي ذميواري ادا ڪئي. اهو بہ ظاهر هو تہ ديولين جا حڪمران ۽ مذهبي پيشوا اُنهيءَ چرپر کي چڱيءَ نظر سان ڪونہ ڏسندا هئا. اُن پادري حڪمران طبقي اهڙيءَ اُٿل پٿل ۽ چرپر کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ڇو تہ جيڪي پادري ۽ راهب پڙهڻ ۽ علمي مشاهدن ۽ تجربن ڪرڻ ۾ محو هئا، تن ڪي اهڙا مسئلا اُٿاريا، جيڪي ڪليسائي حڪمرانن کي اُگرا لڳا. انهن حاڪمن، مسئلن اٿاريندڙن سان مرڳو سخت رويو اختيار ڪيو. موٽ ۾ راهبن ۽ پادرين ڪليسائي حڪمرانن خلاف بغاوت جو علم اُڀو ڪيو. اُنهن حق پرستن کي ڪافر ۽ ڌرم-تياڳي يا مرتد سڏيو ويو ۽ کين جسماني عذاب ڏنا ويا.

شروعاتي سائنس جا اُهي شهيد، بورزوا انقلاب جا جنم داتا (باني) هئا، پوءِ اُهي کڻي راهب ۽ پادري هئا. اُنهن هڪ مادي فلسفي جو بنياد وڌو. اُنهن عظيم انسانن پهريائين خدائن ۽ ديوتائن ۽ پوءِ سڄي وهم ۽ مذهبي خرافات جي موت جو سامان پيدا ڪيو.

اُنهيءَ تحريڪ جي پنيرائي، منڍ ۾ هارين ۾ پيدا ٿيندڙ احساسِ محروميءَ ڪري ٿي. پادرين جي جماعت بہ هاڻي اڪيلي سر حڪمران ڪانہ هئي، پر جاگيردارن سان گڏ اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار

هئي. وچين دور ۾ ڪليسائون ۽ گرجا گهر هوئڻ بہ جاگيرداريءَ جا اڏا هئا. وچين دور ۾ ائين ڪٺي سمجهجي تہ ڪليسا ۽ گرجا گهر سڀ کان وڏو جاگيردار هو. اُن وقت علمي دنيا ۾ اُڀريل "ملحدانہ" تحريڪ، دراصل اُنهن "روحاني جاگيردارن" جي خلاف هئي. بورزوا جماعت اڃا وجود ۾ ڪانہ آئي هئي پر بورزوا انقلاب جي اها شروعات ٿي چڪي هئي. اُن انقلاب باغي پادرين جي اڳواڻيءَ هيٺ هارين جي بغاوت اختيار ڪئي. هڪ اُسرندڙ جماعت انقلابي تحريڪن تي پنهنجو اخلاقي اثر رسوخ پکيڙائين وجهندي آهي ۽ اهو اثر رسوخ عجيب و غريب شڪليون اختيار ڪندو آهي. مثال طور، پادرين پنهنجي بغاوت لاءِ هيءُ جواز ڏنو ۽ تہ ڪليسائي حڪمران اقتدار کي پنهنجي مفاد لاءِ ناجائز طريقي سان استعمال ڪري رهيا آهن.

مون کي خبر ڪانهي تہ هنن سٽن پڙهڻ وارن کي جرمنيءَ ۾ هارين جي بغاوت متعلق ڪيتري چاڻ آهي، جنهن تي هزارين ڪتاب لکجي چڪا آهن.

اُها هڪ مذهبي تحريڪ هئي، جنهن جا سيئي اڳواڻ پادري هئا، سندن انتهاپسند طبقي جو راهنما بہ هڪ پادري هو. جنهن جو نالو مَنزُ هو ۽ هي پهريون شخص هو جنهن ڪميونزم جو پرچار ڪيو. انهيءَ وچ ۾ بورزوا انقلاب هڪ اهڙي صورت اختيار ڪئي، جيڪا اُن دور ۾ اُن کان بہ دلڪش هئي. يورپ جي مذهبي سُڌارن (Reforms) جي تواريخ جي باري ۾ اوهان کي چاڻ هوندي. ظاهري طور اُنهيءَ تحريڪ جو مول مقصد ڪليسا کي سنوارڻ سڌارڻ هو، پر اصل ۾ اُها وچين شهري (بورزوا) انقلاب جي ابتدا هئي.

جيستائين سائنس ايتري ترقي نہ ڪئي، جو هڪ مادي فڪر جي تعمير مڪمل ٿئي، تيستائين مذهب ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ انساني دلين مٿان قابض رهيو ۽ هر هڪ شخص لاءِ ضروري هو تہ هو ڪنهن نہ ڪنهن اڻڏٺيءَ طاقت جي ٽيڪ وٺي. پر انساني فطرت ۾ سمايل آهي تہ هُو پنهنجي خدا کي پنهنجي خواهشن ۽ مرضي مطابق خاص قالب ۾ گهڙيندو آهي. رومي ڪليسائن جو خدا جاگيرداريءَ جو

نگهبان هو. پٺي پاسي باغين کي وَري اهڙو خدا ڀانءِ ڪونہ پئي پيو. باغين جو گذارو بہ خدا کان سواءِ ڪونہ ٿي پئي سگهيو. تنهن ڪري باغين خدا ۽ ڪليسائن جي سنوارڻ جو ذمو ڪنيو. ترقي پسند هئڻ ڪري هو ترقي پسند خدا جي ڳولا ۾ هئا پر پراڻي خدا جا گماشتا روم ۾ برسر اقتدار هئا ۽ سڄو يورپ مقدس سلطنت روما جي ماتحت هو. جيستائين يورپ جو ڪو بہ حڪمران خدا جي اُن گماشتي (يعني پوپ) آڏو ڪنڌ نہ جهُڪائيندو هو، تيستائين هو پنهنجي مٿي تي تاج پهري نہ ٿي سگهيو.

مذهب سنوارڻ يا ديني اصلاح جي تحريڪ اصل ۾ پوپ جي اقتدار کي ختم ڪرڻ جي تحريڪ هئي. هاري ۽ پورهيت خدا ۾ ويساهہ رکندڙ هئا، جيڪڏهن کين چيو وڃي ها تہ خدا غلطيءَ تي آهي تہ هُو قطعي طور ويساهہ ڪونہ ڪن ها. انهيءَ ڪري کين ٻڌايو ويو تہ خدا تہ ٺيڪ آهي پر سندس گماشتا گندا آهن ۽ انهن کي ختم ڪيو وڃي.



# نئون دور

گهڻو ڪري اهو سمجهيو ويندو آهي ته انگلستان هڪ اهڙو ملڪ آهي، جتي ترقي نهايت پرامن ۽ آئيني طريقي سان ٿي آهي ۽ ثبوت طور انگلستان جي تواريخ کي پيش ڪيو ويندو آهي. انهيءَ ڪري اسان کي انگلستان جي پيروي ڪرڻ لاءِ چيو ويندو آهي ۽ ٻڌايو ويندو آهي ته هندستاني نوجوانن جو چڱو خاصو تعداد انگلستان جي يونيورسٽين مان تعليم ۽ تربيت حاصل ڪري اچي، ته هندستان انقلاب کانسواءِ به ترقيءَ جي راهه تي گامزن ٿيندو. اهڙيءَ حالت ۾، جيڪڏهن هندستان انقلاب کانسواءِ سچ پچ ترقي حاصل ڪري سگهي ته ڪنهن کي به اعتراض ڪونه ٿيندو. هر شخص جي چاهنا هوندي آهي ته سندس خراب ڏند بغير ڪنهن ايذاءَ جي ڪڍيا وڃن. پر اهو چوڻ نسورو غلط آهي ته انگلستان ۾ انقلاب ڪونه آيا آهن بلڪ اهو ميٺو پوندو ته انگلستان جي تواريخ لڳاتار انقلابن جي تواريخ آهي. انگلستان ۾ انقلاب فرانس کان اڳ هڪ خونريز انقلاب اچي چڪو هو. انگريز اڳ ۾ ئي هڪ بادشاهه جو ڪنڌ ڪپي چڪا هئا، ”وحشي“ فرينچن ته انهيءَ ڪم جي رڳو پيروي ڪئي هئي. انهن حقيقتن کي پٺيءَ پويان شايد انهيءَ ڪري اجلائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي جو انگلستان جو انقلاب بنيادي طور هڪ مذهبي تحريڪ هئي. هيءَ تحريڪ ڪليسا کي سڌارڻ واري تحريڪ جو هڪ جز هئي چو ته مذهبي ماڻهو ئي اُن انقلابي تحريڪ جا مهندار هئا، جيڪي پراڻين مسيحي خوبين کي نئين سر اجاگر ڪرڻ جا خواهشمند هئا. ان زماني جا پادري ڀرپور عياشيءَ واري حياتي گذاري رهيا هئا ۽ عوام، جيڪو انهيءَ عياشيءَ جي لاءِ رڳو ٻارڻ وانگر

استعمال ٿي رهيو هو سو سخت مسڪيني ۾ ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ گهاري رهيو هو. هوڏانهن گهٽ حيثيت وارن پادرين کي ته ڪليسا جي ان "چڱ مڙسائپ" ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو حق به حاصل ڪونه هو. انهيءَ ڪري گهٽ حيثيت وارن پادرين، وڏن درجن وارن پادرين خلاف بغاوت ڪئي ته اهي ماڻهو مسيحي مذهب جي خوبين کان عاري آهن. باغين مطالبو ڪيو ته پادرين کي مسيح وانگر غربت واري حياتي گهارڻ گهرجي. اُنهيءَ گهر جو بنيادي مقصد هيءُ هو ته سَيرن پادرين کي عوام آڏو خوار خراب ڪجي، پر جڏهن هارين جي اُنهيءَ ڪاوڙ وڏي بغاوت جي صورت اختيار ڪئي، ته انهيءَ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. اُنهيءَ رک رکاءُ ۾ هيڪ جو مکيه ڪارڻ هيءُ هو ته هاري پنهنجي حد کي اورانگهڻ جي ڪوشش نه ڪن، ته متان زمين ماٺ ميٺ ۾ وڏن پادرين جي هٿان کسڪي وچين شهري (بورزوا) طبقي جي قبضي ۾ هلي نه وڃي! اِنهيءَ ڪري خدائي گماشتن جي خود اُن نئينءَ اصلاحي جماعت، هارين کي وڌيڪ گڙ ٻڙ ڪرڻ کان روڪيو. پر انهيءَ حيلي سان به اُها سندن ڳالهه ڪا نه بيٺي "ڪراموبل" سندن طاقتور اڳواڻ جي اٿڻ کان اڳ ئي تحريڪ تشدد آميز ۾ وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويئي. انگلستان ۾ هن وچين شهري (بورزوا) انقلاب جي شروعات دراصل خود سندن بادشاهه هينري اٺين ڪئي هئي، جنهن ڪليسائن جي ملڪيت کي ضبط ڪيو هو ۽ اهو تواريخ جو اتفاق يا حادثو (جيڪو فقط سطحي طور ڏسڻ سان حادثو ٿو لڳي) انگلستان ۾ وچين شهري (بورزوا) طبقي جي انقلابي جماعت جي قيام جو باعث بڻيو.

جيڪڏهن انهن تواريخي واقعن تي نظر وجهجي ٿي ته سوال اٿي ٿو ته جيڪڏهن انهيءَ ريت انقلاب اٽل ٿو رهي ٿو ته پوءِ حڪمران جماعت، ٽولي يا طبقي خلاف ايذي تشدد ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ انهيءَ سوال جو جواب به تواريخ ۾ موجود آهي. جابر بادشاهن کي آخر ڇو قتل ڪيو ويو؟ ڪنهن خاص فرد کي قتل ڪرڻ جي سٽا، ڪنهن به انقلاب جو حصو نه هئي. مثال طور انگلستان جي بادشاهه کي تخت تان اڳ ۾ ئي لاٿو ويو هو ۽ ڪيس ايذاءَ يا عذاب ڏيڻ ڪنهن جو به مقصد

ڪونہ هو. هو جيڪڏهن چاهي ها تہ پُرامن زندگي گهاري سگهي ها، پر بادشاهہ سلامت اُن لاءِ ذهني طور تيار ڪونہ هو. سندس من جي مراد هئي تہ ڪنهن بہ نموني ملڪ مان ڪسڪي نڪري وڃي، جيئن ٻاهر وڃي، مدد حاصل ڪري ۽ وري پنهنجي وطن تي چڙهائي ڪري سگهي. انهيءَ ڪري سندس انت ٿيو. جنهن وقت بادشاهہ سلامت کي پارليامينٽ جي آڏو آندو ويو، تہ سندس سزا تي وڏو بحث مباحثو ٿيو ۽ ڪيترائي انتهاپسند ڪيس قتل ڪرڻ جي خلاف هئا، پر ٻين جي راءِ هئي تہ بادشاهہ پنهنجي جاءِ تي هڪ فرد ڪونهي، پر هڪ سرشتي جو مکيہ پرزو آهي. جيستائين بادشاهہ جيئرو آهي، تيستائين انهيءَ نظام کي بحال ڪرڻ وارا سڏڙيا ان جي چوگرد پيا لامارا ڏيندا ۽ بادشاهہ کي پنهنجي حيثيت بحال ڪرڻ لاءِ سيني انقلاب دشمن قوتن کي گڏ ڪري ٻين ملڪن جي مدد سان انگلستان تي چڙهائي ڪرڻ جو وجهہ ملي ويندو، انهيءَ ڪري بادشاهہ سلامت جو مرڻ نهايت ضروري ٿي پيو.

انقلاب فرانس ۾ بہ ڪجهہ اهڙيءَ ريت ٿيو، پر پوءِ فرانس وارا پنهنجي معزول حڪمران سان مانائتي نموني پيش آيا. انهن ڪيس "شهري" جو لقب ڏنو ۽ معزول حڪمران هڪ شهريءَ جي حيثيت سان امن امان ۽ سڪون واريون گهڙيون گهاري پئي سگهيو، پر هُن بہ ملڪ مان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي. پئرس ۾ تہ هُو جڻ پاڻ کي قيدي سمجهي رهيو هو پر ٻاهر وڃي مدد حاصل ڪري پئي سگهيو ۽ انهي امداد سان انقلاب فرانس کي پائمال ڪري سگهي ها. ظاهر آهي تہ اهڙيءَ صورتحال ۾ بادشاهہ سڳوري جو وجود انقلاب لاءِ زبردست خطرو هو. اهو هڪ جراحيءَ (چيرڦاڙ) جو عمل هو. جيئن هڪ بيمار عضوو سڄيءَ انساني جان ۾ زهر پکيڙڻ لڳندو آهي، تہ انهي ءَ کي وڍي ڦٽو ڪبو آهي. جيڪو اُهو عمل ڏسڻ ۾ سخت تشدد ۽ ڏاڍ وارو عمل هوندو آهي، پر پوءِ بہ ڪو ماڻهو اهڙي ڏاڍ ڪرڻ واري کي ملامت لائق ڪونہ سمجهندو آهي ۽ اُن تي ملامت نہ ڪندو آهي. انقلاب بہ انساني جسم لاءِ اهڙي جراحيءَ يا طبعي وَڍ ڪٽ جو عمل آهي. هيءَ وڍ ڪٽ جو

عمل تڏهن ڪيو ويندو آهي، جڏهن ان ڪانسواءِ سماجي سرشتي جي اڏاوت يا تعمير ناممڪن ٿي پوندي آهي. انت تہ اُهو وڍ ڪٽ جو ئي عمل آهي، تنهن ڪري اُن ۾ تڪليف واقع ٿيڻ اڻ ٽر آهي.

جيڪڏهن ابرندڙ پاٽيءَ مٿان ڪو مضبوط ڍڪڻ نہ هوندو تہ ٻاڦ ٻٽجڻ جو عمل پُرامن طريقي سان جاري رهندو. ساڳي ريت جيڪڏهن سماجي ردوبدل جي رستي ۾ ڪا بہ رڪاوٽ پيدا نہ ٿئي تہ تشدد يا ڏاڍ جي نوبت ڪانہ ايندي. دراصل انقلاب جو عمل ڳچ وقت تائين پُرامن طريقي سان ئي جاري رهندو آهي، پر پوءِ مروج نظام جا طور طريقا انقلاب جي راهہ ۾ رنڊڪ بڻبا آهن ۽ پوءِ ٽڪراءُ لازمي ٿيندو آهي. انقلابن جي تواريخ کي جيڪڏهن انهيءَ نظر سان پڙهيو ۽ پرکيو وڃي تہ خبر پوندي تہ تشدد جو استعمال دراصل انقلاب جي مخالفن ڪيو آهي. جڏهن بہ انقلابي قوتن جي وڌڻ تي حڪمران ٽولي جي مت ڪسجي ويندي آهي تہ اُهو تشدد ذريعي انقلاب کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اُن حالت ۾ جيڪڏهن انقلابي عنصر بہ تشدد جو استعمال ڪن تہ اُن کي اُنهن جي طرفان ذاتي بچاءُ سمجهڻ گهرجيئ اهو بچاءُ جو عمل قدرتي آهي، پر بدقسمتيءَ سان انقلابن جي تواريخ درست نموني ڪانہ لکي ويئي آهي، جنهن ڪري انهيءَ موضوع تي اڃا تائين ڪيترئيون غلط فهميون موجود آهن.

موجوده وقت ۾ اسين انقلاب جي هڪ تازي تواني دور ۾ داخل ٿيا آهيون. ان انقلاب جي تضادن کي مختلف نمونن سان بيان ڪيو ويو آهي. مثال طور جماعتن جو تضاد، ظالم ۽ مظلوم جو تضاد، سامراج ۽ محڪوم جو تضاد، پر مان موجوده دور جي انقلابي تضاد کي هڪ ٻئي طريقي سان پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

موجوده سائنس، وچين شهري (بورزوا) طبقي جي تخليق آهي ۽ اها هڪ ڪارائتو هٿيار آهي ـ جنهن نہ رڳو اسان جي رهڻي ڪهڻيءَ کي بدلائي ڇڏيو، پر اسان جي فڪر ۽ سوچ ۾ بہ تبديلي آڻي ڇڏي. انقلاب جو سڀ کان وڏو هٿيار سائنسي ڄاڻ جي پرچار ڪرڻ آهي. سائنس انسان جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ لامحدود ذريعا خلقي

ڇڏيا آهن. پوءِ اها ٻہ حقيقت آهي تہ دنيا بک، افلاس ۽ ٻين عذابن ۾ وڪوڙي پيئي آهي. سائنس جي ترقيءَ ڪري دنيا وٽ اڄ جيڪي مشيني وسيلا ۽ جيڪا صنعتي مشينري موجود آهي، جيڪڏهن ان مان پورو لاڀ حاصل ڪيو وڃي تہ انسان ذات جي مڙني ضرورتن کي پوَرو ڪري سگهجي ٿو ۽ پوءِ ڪنهن بہ جوان جماڻ شخص کي روزانو ڇئن ڪلاڪن کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت ڪانہ پوندي. هاڻي تہ انسان ڏهن کان پندرهن ڪلاڪ روزانو گهي رهيا آهن ۽ حالت اها بڻي آهي جو بک ۽ افلاس ختم ٿيڻ جو نالو ئي ڪونہ ٿي وٺي.

اهو ڇو ٿو ٿئي؟ انسان جي ذهين دماغ ترقيءَ جو دڳ ڳولي لڌو آهي ۽ اڄ انسان ايترو طاقتور آهي جو دنيا کي پنهنجي طاقت سان سنواري سينگاري سگهي ٿو. پر پوءِ بہ انسان پنهنجي طاقت جو آزادانہ استعمال ڪري نہ ٿو سگهي. اسان جي زماني جو بنيادي تضاد آهي تہ انسان ايڏيءَ طاقت جي مالڪ هئڻ ڪانپوءِ بہ مجبور آهي. ماڻهو پورهئي ۽ سرمايہ داريءَ جي ڳالهہ ڪن ٿا، محسوس ائين ٿئي ٿو تہ ڄڻ "انقلابي" ڪن خودغرضن جو جٿو آهن، جيڪي چند ڏوڪڙن حاصل ڪرڻ جي پويان آهن، پر هڪ سچو انقلابي وڏي واڪي چئي سگهي ٿو تہ هو پگهار، مزوريءَ يا معاوضي جي واڌاري لاءِ جنگ ڪونہ ڪري رهيو آهي، پر هو تہ گڏيل پلاٽيءَ جي جدوجهد ۾ رُڌل آهي ۽ انهيءَ گڏيل پلاٽيءَ ۾ انقلاب دشمن جي بہ ڇڱائي آهي. آخر اسين سڀ هن سماج جو حصو ئي تہ آهيون. اڄ جو انقلابي سڄي انساني سماج جي آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيو آهي. اسان جي انقلاب جو مقصد سڄي انسانيت جي روحاني آزادي آهي.

جيڪڏهن انقلاب جي ڇٽي پٽي ۽ روشن صورت کي انسان ذات جي آڏو پيش ڪيو وڃي، تہ اُهو ڪهڙو انسان هوندو جيڪو پڙهيل ڳڙهيل ۽ مهذب هئڻ جي دعويٰ ڪرڻ ڪانپوءِ بہ، انقلاب دوست هئڻ کان انڪار ڪري سگهي؟ ڇا، انهيءَ انڪار کان ڪيس شرم محسوس نہ ٿيندو؟ اڄ ڪو بہ شريف، اخلاق وارو انسان، انقلاب پسند هئڻ کان انڪار ڪري نہ ٿو سگهي. صرف اهي ماڻهو ان کان اڪيون

ڦيري سگهن ٿا، جيڪي حد درجي جا ڇٽ ۽ ڇَسا آهن ۽ انقلاب ڪان ڊڄن ٿا. اڄ انقلاب رڳو ٽوڙڻ، ڪن خاص ماڻهن جو فرض ڪونهي، پر سڄي انساني سماج جي ذميواري آهي.

فطرت تي فتح حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ انسان انهيءَ لائق ٿي ويو آهي، جو هو جديد دنيا جي تعمير ڪري سگهي. اها طاقت ۽ اهو اقتدار ڪيس صدين جي محنت ڪان پوءِ حاصل ٿيو آهي ۽ اهو سڀ ڪجهه ترقي ۽ آزاديءَ جي لاءِ، هن جي پاڻ پتوڙ جو نتيجو آهي. اهو اقتدار اسان سڀني جي گڏيل ملڪيت آهي. هاڻي اهو ئي سڄي سنسار جي موجوده بيهڪ ۽ بناوٽ کي بدلائڻ وارو آهي. انهيءَ ڪري اسين سڀ انقلابي آهيون. پر ڪو به شخص انهيءَ انساني ورثي جو حقدار تڏهن ٿي سگهي ٿو، جڏهن هو اڳتي وڌي چئي سگهي ته مان محسوس ڪريان ٿو ته دنيا کي بدلجڻ گهرجي ۽ دنيا کي بدلائڻ انسان جي وس ۾ آهي. تنهن ڪري اچو ته جرئت ۽ جوان مرديءَ ڪان ڪم وٺي، اُنهي ذميواريءَ کي توڙ رسايون. انهيءَ تڪميل ڪانپوءِ انسان جي لاءِ لامحدود ترقي ۽ آزاديءَ جون راهون کلي پونديون. انقلاب جي تواريخ پڙهڻ سان اسان جي ارادن کي هماليه جي اوچائي ۽ اڏولتا حاصل ٿي سگهي ٿي.



# ضميمو

هي ٻئي فڪري ڪتابچا ان دور جا ساکي آهن جڏهن ٻي مهاياري لڙائي کان پوءِ برطانوي شهنشاهيت جي جهنڊي تان سج لهي رهيو هو ۽ اپکنڊ ۾ آزاديءَ جي تحريڪ پنهنجي مڪمل جوهر ۽ جمال سان هلي رهي هئي ۽ برطانوي شهنشاهيت جي موڪلاڻي جو دور دوران هو. عالمي سطح تي ٻه سپر پاور يونائيٽڊ اسٽيٽس آف آمريڪا (يو ايس اي) ۽ يونين آف سوشلسٽ سويت ريپبلڪس آف رشيا (يو ايس ايس آر) هڪ ٻئي جي سامهون بيٺل هئا. سماجي سائنس جا عالم ۽ ودوان ان دور کي "سرد جنگ جو زمانو" ليکين ٿا. ان ساڳئي دور ۾ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جون قومون آزادي ماڻي مابعد بينڪيت (Postcolonialism) جي عهد ۾ داخل ٿي رهيون هيون. عالمي سطح تي آزاد ٿيندڙ ملڪن ۽ قومن جي اڪثريت جو لاڙو يا دوستاڻه تعلقات سويت يونين ڏانهن هو، ڇاڪاڻ ته ان جي برعڪس يونائيٽڊ اسٽيٽس/رياست هاءِ متحده آمريڪا جمهوريت ۽ آزاد اقتصاديات جو برک پرجهلو ٻڌجي پنهنجي تواريخي تابع بندي جي حوالي سان قومن جي آزادي جي تحريڪن کي ثانوي حيثيت ڏئي رهيو هو ۽ دنيا ۾ خاص ڪري آفريڪا ۽ ايشيا ۾ عوام مخالف معاهدن تحت ملڪن کي پنهنجي دائري ۾ آڻي رهيو هيو ۽ ان لاءِ جمهوريت ۽ فرد جي آزادي ٻه اهم سِڪا آمريڪا وٽ آڇ لاءِ موجود هئا. پر آزادي ماڻيندڙ ملڪن ۾ حڪمران جمهوريت سان واسطو رکندڙ هئا يا نه اهو سندن لاءِ ثانوي مسئلو هو. اصل ۾ عالمي سپرپاور اوائلي دور کان وٽي مستقل دوست ۽ ساٿي رکڻ کي ٻه مفادن جي حڪمت عملي جي زيربار رکندا ايندا آهن ۽ اچن پيا.

هوڏانهن سويت يونين عالمي سطح تي مظلوم ۽ محڪوم قومن جو طرفدار ۽ دعويدار بڻجي اڀري آيو هو. ان جي حڪمت عملي جمهوريت، جنهن لاءِ سندن راءِ هئي تہ سرمايہ دارانہ/پونجي واد سماج جي بچاءُ ۽ ڦهلاءُ جو سڀ کان وڏو هٿيار آهي، ان ڪري سندن لاءِ جمهوريت کان وڌيڪ غير طبقاتي معاشرو يا پورهيتن جي آمريت/ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪرڻ اهم هو.

انهن ٻنهي عالمي لاڙن يعني لچڪدار مارڪيٽ جي اقتصاديات (آزاد اقتصاديات) ۽ رياست جي تابع اقتصاديات/غير لچڪدار کان سواءِ آزاد اقتصاديات جي سنگم مان هڪ نئون اقتصادي فارمولو معرض وجود ۾ آيو جنهن کي ڀارت جي مرحيات وزيراعظم جواهر لال نهرو (وفات 1964ع) جي نالي سان نهروان اقتصاديات (Nehrwan Economy) چيو ويو. ان لاءِ سياسي طور غير جانبدار تحريڪ جو بنياد بندوگ ڪانفرنس انڊونيشيا ۾ رکيو ويو. انهي ميلاپ اڳتي هلي ٽين دنيا جي شڪل اختيار ڪئي ۽ مٿي ڄاڻايل ٻن سپر پاورن کان سواءِ ٽين دنيا جو اصطلاح وجود ۾ آيو ۽ ٽين دنيا جو لاڙو بہ سامراج مخالف ڪئمپ ڏانهن هو.

پاڪستان جو قيام جيئن تہ مسلم ليگ جي سرن، خانبهادرن، نوابن ۽ جاگيردارن جي اڪثريت تي مشتمل پارٽي جي ڪوشش جو نتيجو هو تنهنڪري اٽندي ئي جمهوريت ۽ جمهوري ادارن کي سگهارو ڪرڻ جي برعڪس عوام کي شخصيت پرستي جي سحر ۽ جادونگري ۾ ڦاسايو ويو ۽ ان سلسلي ۾ اهم نانءُ قائداعظم محمد علي جناح (1948ع) هو ۽ سندس وفات کانپوءِ جاگيردارن، نوابن سان گڏ انگريز دؤر جي ڪامورا شاهي ملڪي ڪارونهوار کي سنڀاليو ۽ اهو سلسلو اڄ تائين هلندو اچي پيو. پاڪستان غير جانبدارانہ ڪئمپ ۾ داخل ٿيڻ جي بجاءِ آمريڪي ڇپر ڇانو ۾ رهڻ کي اوليت ڏني. ان زماني ۾ آمريڪي حڪمت عملي جي دائري ۾ ڪميونزم سان مقابلو ۽ محاذ آرائي ڪرڻ اهم ايجنڊا هئي. پاڪستان، جاگرافيائي بيهڪ ۽ سٽاءُ جي ڏس ۾ اهم جاءِ تي هو ۽

آهي. ان ڪري پاڪستان جيئن ته آمريڪي لابي ۾ شامل ٿيڻ جي حامي پري ٿي، تنهنڪري اٿندي ئي معاهده بغداد ۾ پوءِ سيٽو ۾ سينٽو جي معاهدن ۾ شامل ٿي سامراجي ڪئمپ جو حصو بڻجي ويو. ان سان گڏوگڏ پاڪستان ۾ جمهوري سرشتي جي اوسر ۾ واڌ ۾ آمريڪا جي دلچسپي به نالي ماتر هئي ۽ سندس مفادن لاءِ سهڪاري طور پاڪستان جي حيثيت هئي. پاڪستان ۾ فوج کي مضبوط ۽ سگهارو بڻائڻ جي حڪمت عملي کي مٿانهين درجي ۾ رکيو ويو ۽ ڪشمير جي مسئلي تي ملڪ ۾ ڊپ ۽ خوف جي ڪيفيت پيدا ڪئي وئي. ايئن پاڪستان هڪ فلاحي رياست بڻجڻ جي ابتڙ "قومي تحفظ جي رياست" ٿي ويو ۽ ان حڪمت عملي تحت اڄ به ملڪ هلي چلي رهيو آهي. مطلب ته پاڪستان ۾ فوجي مارشلائون ۽ جمهوريت جي نالي ۾ سياسي سجاده نشيني جو سلسلو شروع ٿي ويو. جو ته ملڪ ۾ سياسي سماجي ردوبدل ڏانهن ڌيان ڏيڻ جي برعڪس مذهب جي نالي کي ڪتب آڻڻ جو دروازو کوليو ويو. هوڏانهن ملڪ ۾ قوم پرست، ترقي پسند ۽ روشن خيال ڌريون ڇڙوڇڙ هوندي به متحرڪ هيون ته جيئن ملڪ کي جمهوري ۽ انسان دوست عمل ڏانهن وٺي وڃجي پر ملڪ جي اسٽيبليشمينٽ اهڙي ڪنهن به تحريڪ جي اپڙاسي ۽ اوسر کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪانه هئي. ان لاءِ ترقي پسند، قوم پرست ۽ روشن خيال تحريڪن کي چيپاڻ جو سلسلو بنا ڪنهن رنڊڪ جي جاري رهيو. ساڳئي وقت قوم پرست، ترقي پسند روشن خيال تحريڪن جو سرسري جائزو وٺنداسين ته ان ۾ سگهاري اڳيرائي ۽ ردوبدل لاءِ ذريعو بڻجڻ جي اٿاهه سگهه ۽ ساڃاهه سانيپيل هئي ۽ لاشڪ فوجي مارشلائن ۽ سولين مهم جوئي جي سامهون سينو ساهي بيٺل هئي. ان مهم جوئي جو اهم مثال راولپنڊي سازش ڪيس هو. انهيءَ مهم جوئي وسيلي فوج ۽ شهرين جي مدد سان انقلاب آڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، پر ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته دنيا ۾ عالمي تحريڪن کان وٺي مقامي تحريڪن تائين مروج حالتن مطابق تورتڪ ۽ نظرثاني جي هر وقت ضرورت رهي ٿي. ان ڪارج مند اصول تي قومي ۽ طبقاتي تحريڪن

ڪار بند رهڻ ۽ چند چاڻ ڪرڻ جي ابتڙ رومان پرستي ۽ عقيدي پرستي تي زور ڏنو. ان عقيدت پرستي جي نتيجي ۾ نظرين، آدرشن ۽ اصولن کي نئين دؤر جي تقاضائن جي روشنيءَ ۾ نئين حڪمت عملين طئي ڪرڻ بدران وري بہ شخصيت پرستي کي فروغ ڏنو ويو جنهن جا اڳتي هلي هاڃيڪار نتيجا سامهون آيا. چو تہ قوم پرست يا ترقي پسند تحريڪون ڇڙواڳي ۽ ياڃ جي دائريءَ ۾ اچي ويون. ائين اهو ڪاروهنوار هلندو رهيو ۽ سوويت يونين جيڪو پنهنجي سوچ ۽ فڪر جي حوالي سان دنيا ۾ قوم پرستن ۽ ترقي پسندن جو پرجهلو هو سو پنهنجي اندروني خلفشار ۽ توسيع پسندي جي خفت ۽ سوداءَ سبب پيچ ڏاهہ جو ڪاچ تي ويو ۽ خاص ڪري افغانستان جي مهم جوئي سوويت يونين لاءِ سورن جو سڳڙو ثابت ٿي. ائين ڏسندي وائسندي دنيا جي گولي تي قائم پورهيتن جي پهرين سرڪار سياسي ۽ اقتصادي واچوڙي ۾ ڊهي وڃي پٽ پئي. ان هيڏي ساري ڏاهہ ڊوهہ جو جائزو ويڪلايو هيول (Vaclav Havel) هيٺين نموني ورتو آهي:

”ڪميونسٽ سلطنت جو ڊهي پٽ پوڻ ايڏو تہ وڏو حادثو آهي جنهن جي اڄ جا تواريخ دان رومن سلطنت جي پڇي پورا ٽيڻ سان ڀيٽ ڪري رهيا آهن“.

انهي نئين صورتحال ۾ عالمي سطح تي گڏيل رياستن (U.S.A) ڇاتي تي ڌڪ هڻي دنيا ۾ واحد سپر پاور هئڻ جي دعوي ڪرڻ لڳو. ان کان سواءِ آمريڪي حڪمت عملي جا دانشور ۽ سماجي سائنس جا ماهر پنهنجن لکڻين وسيلي پڻ نئون تاثر ڏيڻ لاءِ اظهار ڪرڻ شروع ڪيو تہ دنيا ۾ تواريخ جي پڇاڙي (؟) يا دنيا هڪ نئين دور ۾ داخل ٿي وئي آهي جنهن ۾ سرسي جمهوريت ۽ مارڪيٽ اقتصاديات کي حاصل ٿي آهي پر ڇا واقعي بہ دنيا پنهنجي بيهڪ ۽ جوهر ۾ هڪ سپر پاور جي ڇانوري هيٺ يڪسانيت جي جڪڙ ۾ اچي وئي آهي ۽ ڇوڏس ڇوڏاري ڪير ۽ ماڪي جا واهڙ وهي پيا؟

هڪ مڃيل اصول آهي تہ عالمي سطح تي اڀرندڙ پاورَ لاءِ پاڻ کي مستحڪم ۽ بالادست رکڻ لاءِ مختلف حيلا بهانا ۽ عُذر درڪار

هوندا آهن. ماضيءَ ۾ انجو وڏو مثال 712ع ۾ عربن جو سنڌ تي حملو ۽ 1843ع ۾ انگريزن جو سنڌ تي حملو ۽ قبضا شمار ڪري سگھجن ٿا.

آمريڪا افغانستان ۾ سوويت يونين جي شڪست کان پوءِ ٽيڙ ويڙهي ملڪ ڇڙواڳي ۽ انارڪي جي حوالي ڪري ويو ۽ نام نهاد مجاهدن، ڊاڪٽر نجيب جي سرڪار کي برطرف ڪري طالبان جي ڇاپ سان افغانستان تي قبضو ڪيو. ۽ آهو ڏيک ڏنو ويو ته افغانستان ۾ اسلامي نظام جي نالي ۾ نظام عدل ۽ خلافت راشده جي دور ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ طالبان سرڪار ڪاروهنوار جي واڳ هٿن ۾ ڪنئي آهي، پر دنيا ڄاڻي ٿي ته اهي طالبان، آمريڪا جي پاڙي تي افغانستان ۾ روسي فوج خلاف ويڙهاند ڪندڙ مجاهدن جي ٻهروپي شڪل هئا. انهي نام نهاد اسلامي جهاد ۽ اسلامي حڪومت جي قيام خاطر دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مذهبي قدامت پرستن جا ٽولا سرگرم ٿي ويا. پر انهن ۾ اثرائتو ۽ ڪارگر گروهه جنهن جو ڄار جديد سائنسي بنيادن تي پکڙيل هو، ان تنظيم جو نالو القاعده ۽ سربراهه اسامه بن لادن هو. اسامه بن لادن پڻ سوويت يونين خلاف آمريڪي حڪمت عملي جو افغانستان ۾ اهم مهرو ۽ ساٿي رهيو هو. بهرحال افغانستان ۾ ڇڙواڳي ۽ گروهي لڙائي جو هڪ اڻ کٽندڙ سلسلو شروع ٿي ويو. پاڪستان ۾ جمهوريت ۽ جمهوري ادارن جي ڪارڳذاري ڏينهون ڏينهن جهيڻي ۽ ڪمزور پوڻ لڳي. عالمي سطح تي ڪميونسٽ يا سوشلسٽ تحريڪ جو پاور پرزا پرزا ٿيڻ لڳو ۽ عالمي تواريخ ۾ هڪ پاسي سوويت يونين اندروني خلفشار جي ڪري ٽڙڪڻ لڳو جيڪو پنهنجي منطقي انجام تائين پهچي تواريخي عجائب گهر جو سينگار ٿي ويو. ان کان سواءِ ديوار برلن جي ڊهڻ سان ثابت ٿي ويو ته قومي سڃاڻپ ۽ ساڃاهه ڪيڏو نه سگهارو اسم آهي ۽ اهڙي طرح دنيا ۾ هڪ نئين صف بندي ٿيڻ لڳي جنهن ۾ آمريڪا جي سامهون هڪ نئين اقتصادي طاقت طور چين اڀري رهيو هو ته هوڏانهن لاطيني آمريڪا ۾ جمهوري هلچل وسيلي عوام دوست سرڪارون وجود ۾ اچي رهيون هيون.

ماضيءَ ۾ ملڪي سياست جو پئراميٽر وسيع تر بنيادن تي

قومپرست، روشن خيال ۽ ترقي پسند سوچ رکندڙ مورچو هو ان جو نالو نئشنل عوامي پارٽي هئي پر جيئن ته حڪمران طبقا اڳواٽ ئي آمريڪي حڪمت عملي جا طرفدار بڻجي ويل هئا، ان ڪري اڳتي لاءِ ڪنهن به اهڙي سياسي پارٽي ۽ سوچ جي بيخ ڪني ڪرڻ سندن ايجنڊا ۾ شامل هو. مطلب ته پاڪستان ۾ ملڪي سطح تي سوچ ۽ ساڄاهه جا به لاڙا چٽا ٿي نظر آيا: هڪ قدامت پرست لاڙو جنهن جي نظر ۾ اسلام، پاڪستان ۽ اردو جي ته اهم نالو نظريو هو. جڏهن ته معروضي حقيقتون ان جي برعڪس هيون يعني قومي سڃاڻپ ۽ بيهڪ جو لاڳاپو جديد بنيادن تي تواريخ، جاگرافي، ڪلچر ۽ ٻولي سان هو. نيٺ پاڪستان جي تواريخ ۾ بنگلا ديش جو واقعو 1971ع ۾ پيش آيو. يعني ته اڪثريت، اقليت ڪان جان ڇڏائي وئي. نئين پاڪستان ۾ حڪمران طبقن/استيبليشمينٽ وقتي طور هيٺاهين اختيار ڪئي. پر جيئن ئي کين محسوس ٿيو ته ملڪ ۾ ڪنهن به جمهوري عمل جو روان دوان رهڻ سندن مفادن جي خلاف آهي ته سڀ کان اڳ نئشنل عوامي پارٽي تي بندش لاڳو ڪئي وئي. ان کان پوءِ ٿوري وقت ۾ پيپلز پارٽي جي چونڊيل سرڪار کي برطرف ڪري مارشل لا مسلط ڪئي وئي.

پاڪستان ۾ فوجي آمريت خلاف ايم آر ڊي جي شڪل ۾ 1983ع ۾ پڙڪيدار تحريڪ شروع ٿي جنهن فوجي مارشل لا شاهي جي ديوارن ۾ ڏار وجهي ڇڏيا. انهي تحريڪ جو مرڪز سنڌ هئي. ايم آر ڊي بيٺي پير منطقي نتيجا حاصل ڪري نه سگهي ڇو ته ان جي سربراهي ان طبقي وٽ هئي جيڪو جمهوريت کي محض اقتدار ۽ پنهنجي طبقاتي مفادن جي جنگ لاءِ ڍال طور استعمال ڪندو اچي پيو. ايئن پاڪستان ۾ قبضه گير جمهوريت جو سلسلو شروع ڪيو ويو ۽ بنيادي ردوبدل ڏانهن ڪنهن به ڌيان ڪونه ڏنو. انت ته ايشيا جو رول ماڊل ڊڪٽيٽر جنرل ضياءَ الحق 17 آگسٽ 1988ع ۾ پنهنجي ساٿين سميت هوائي حادثي ۾ عدم ڏانهن روانو ٿي ويو ۽ عالمي سطح تي افغانستان ۾ سويت يونين جي شڪست کان پوءِ جمهوريت لاءِ ماحول

سازگار ٿيڻ لڳو. هوڏانهن پاڪستان ۾ فوجي مهم جوئي جو ٻه سج لهڻ لڳو پر فوج هڪ مضبوط سياسي اداري جي ٻه حيثيت حاصل ڪري ورتي هئي. انت 1988ع ۾ عارضي سرڪار جي نگهباني هيٺ چونڊون ڪرايون ويون. ان ۾ ڪوبه وهم گمان ڪونهي ته اسٽيبليشمينٽ، 1970 جي چونڊ نتيجن کان پوءِ اندروني مداخلت ڪرڻ ۽ اقتدار تي ڪاربند رهڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي. ان سلسلي ۾ ٻه پيرا پ پ ۽ مسلم ليگ (ن) کي اقتدار ۾ آندو ويو.

هوڏانهن سنڌ ۾ قومي شعور ۽ جاڳرتا کي روڪڻ لاءِ اسٽيبلشمينٽ جي سهڪار سان لساني بنيادن تي مهاجر قومي موومينٽ (موجوده متحده قومي موومينٽ کي ناهي اڳتي آندو ويو.) ان لاءِ جاگيردارانه ۽ فسطائي طور طريقن کي هٿي ڏني وئي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ڀوتارن معرفت ڊاڙيل فئڪٽر کي هٿي ڏيئي، واپار ۽ صنعت کي وڌڻ ويجهڻ نه ڏنو ويو. جنهن ڪري سماجي اؤسر منظم راهون ۽ رستا وٺڻ بدران ڇڙواڳيءَ جي ور چڙهي وئي. قومي تحريڪ رومان پرستي ۽ قدامت پرستي جي دائري ۾ گهيريل هئڻ ڪري مثبت نتيجا ڏيڻ کان عاجز بڻجي چڪي هئي، جنهن ڪري قوم پرست تحريڪ ۾ گروهه بندي ۽ انتشار جو عمل چوٽ چڙهي ويو.

اڄ جڏهن قومپرست، ترقي پسند ۽ روشن خيال سياسي سوچ ۽ فڪر گروهه بندي ۽ انتشار جي گهيري ۾ آهي ۽ سياسي پارٽيون محدوديت جي دائري ۾ شخصيتن جي سحر ۾ قاتل آهن ته ان منظرنامي کي قوم پرست ۽ ترقي پسند سوچ جا قدامت پرست رويا ۽ سياءُ چٽي سگهجي ٿو.

هي ٻئي ڪتابچا ٻن اهم نقطن ڏانهن ڌيان ڇڪائن ٿا:

ماضي مان سبق پرائڻ، پر ان کي چنبڙي پوڻ کان پاسو ڪرڻ مهم جوئي ۽ رومان پرستي کان اڳتي وڌڻ، اقتصادي ۽ سياسي حالتن جو غور سان اڀياس ڪرڻ کانپوءِ سماجي حالتن سان ٺهڪندڙ حڪمت عمليون طئي ڪري، انهن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ

اسان ڏسنداسين ته غدري سورما ۽ پنڊي سازش ڪيس مهم جوئي جا ٻه اهم واقعا آهن. جيتريقدر فرد يا ماڻهو جي تواريخ ۾ جدوجهد ۾ حصو پتي جو مامرو آهي ته ماڻهو جي شموليت کان سواءِ ردوبدل اچڻ اجائي ۽ عبث آهي، ڇو ته ڪارل مارڪس جي چواڻي:

"ماڻهو تواريخ جا اڏيندڙ هجن ٿا پر سندن وس ۾ ڪونهي ته ان کي پنهنجي مرضي ۽ منشا سان ٺاهي سگهن."

پر اڄ ايڪويهين صديءَ ۾ اسان ائين چوڻ ۾ ڪنهن حد تائين حق بجانب آهيون ته تواريخ کي پنهنجي مرضي ۽ منشا سان جوڙڻ لاءِ به پيش رفت ڪري سگهجي ٿي. پر اڄ جي دور ۾ آدرش ۽ ادارن جي ضرورت ۽ اهميت آهي. اسان کي نئين سنڌ جي اڏاوت ۽ جوڙجڪ لاءِ شخصيتن/ماڻهن جي اهميت کان انڪار ڪرڻ نه گهرجي. پر اِها به هڪ ڪڙي حقيقت آهي ته ادارن مٿان شخصيتن جو ڇانورو جڏهن مقدس شڪل اختيار ڪري وٺي ۽ راءِ جي اظهار جي آزادي خطرن هيٺ اچي وڃي ته اهڙي صورتحال ادارن توڙي تنظيمن جي تخليقي صلاحيتن جي موت جو ڪارڻ بڻجي ٿي، جيڪا صورتحال موربگو ڪنهن به سماجي/سياسي ردوبدل آڏو بند ٻڌڻ برابر آهي. ان حوالي سان هي ٻئي ڪتابچا ماضي مان سبق پرائڻ ۽ حال ۾ حالتن پٽاندڙ جدوجهد جو ڏس ۽ اتساهه بخشين ٿا ۽ ڇا اچوڪين حالتن ۾ به ردوبدل ڏانهن پيش رفت جي اهم ايجنڊا کي اڳتي وڌائي سگهجي ٿو؟ اهو سوال ئي اسان جي سوچ ۽ ساڃاهه ۾ ردوبدل آڻڻ جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿو.

امان الله شيخ
ڪراچي سنڌ
17 آڪٽوبر 2013ع

## ليکڪ جا اصلوڪا ڇپيل ڪتاب

- ڏاهپ جا ڏيئا (يورپ جا چونڊ ڏاها)

سنڌ اڪيڊمي ڪراچي، سنڌ، 1999ع

- رهجي ويا ڳڻ (اهم سياسي شخصيتن جا خاڪا)

ساگر پبلشنگ هائوس ڪراچي، سنڌ، 2010ع

- جئن جئن تپي ڏينهن (سياسي ۽ سماجي تقريرون)

مهراڻ پبلشرز ڪراچي، سنڌ 2011ع

## ليکڪ جا ترجمو ڪيل ڪتاب

- انقلابن جي تاريخ — ايم اين راءِ

روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1984ع

- غدري سورما (ڏونگر نيٽ ڏرن) — اجي ڪمار گهوش

سڳنڌ پبليڪيشن لاڙڪاڻو، 1985ع

- دارا شڪوه — قاضي ستار

سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع

- اسلام جو تواريخي ڪردار — ايم اين راءِ

سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2009ع

- فيض احمد فيض ۽ پاڪستاني ثقافت — شيما مجيد ۽ مرزا ظفر حسن

ثقافت کاتو، سنڌ سرڪار، 2011ع

## ليکڪ جا ايندڙ ڪتاب

- پنڌ ۽ پيچرا (ڪالم ۽ مضمون)
- اينمري شمل (حياتي، فڪر ۽ فلسفو)
- سنڌ بچايو، برِاعظم بچايو: محمد ابراهيم جويو (ترجمو ڪيل)
- سنڌ ۽ بلوچستان جو سياسي منظرنامو

ISBN # 978-969-9543-19-7

RS. 200/-

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ ڪالهہ ٽاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ، تـوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)